الله ڏاهي ۾ ٿيا
ڏاهيون ڏک ڏسن
مون سامهون پرين
پوراڻي ۾ پار ڪيا.

# ڌَرتي مُنهنجي سَرتي

(شاعري ۽ ريڊيو ڪمپيئرنگ)

# ڌَرتي مُنهنجي سَرتي

(شاعري ۽ ريڊيو ڪمپيئرنگ)

امين ارباب

ماروئڙا ويلفيئر ايسوسيئيشن
حيدرآباد 2004ع

ڪتاب جو نالو: ڌرتي منهنجي سرتي
ليکڪ: امين ارباب
صنف: شاعري ۽ ريڊيو ڪمپئرنگ
ڇاپو: پهريون، فيبروري 2004ع
تعداد: 1000 (هڪ هزار)
ڇپائيندڙ: ماروئڙا ويلفيئر ايسوسيئيشن حيدرآباد
ڇاپيندڙ: انٽيل ڪميونيڪيشنز، حيدرآباد
ٽائيٽل ڊزائين: موهن لال مڪواڻا
ڪمپيوٽر لي آئوٽ: موهن لال مڪواڻا ۽ هوت ميگهواڙ
ڪمپيوٽر ڪمپوزنگ: انٽيل ڪميونيڪيشنز، 8- ربي چيمبر،
حيدر چوڪ، گاڏي کاتو، حيدرآباد سنڌ.
ملهه: =/80 روپيا

**Dharti Muhanji Sarti**
(Poetry and Radio Compering)
***By Amin Arbab***

Edition: First, February - 2004
Quantity: 1000
Published by: Marooara Welfare Association, Hyd.
Printed by: Intel Communications, Hyd.
Title Design: Mohan Lal Makwana
Computer Layout: Mohan Lal Makwana & Hot Meghwar
Intel Communications, Hyderchowk, Hyd.
Price: Rs. 80/=

# ڀيٽا

بابا سائين جي نالي
~~جنکو~~ جنهن اسان ڀائرن ۽ ڀيڻن کي
اعليٰ تعليم ڏيارڻ لاءِ
اڃان تائين پتوڙيندو
اچي.

# فهرست



## شاعري

## بيت



## آواز نگر 81

# اجان تہ جاڳ ٿي جلي

جڏهن مصوري جا رنگ پنهنجي انتها تي اچي ختم ٿي ويندا آهن، اُتان کان ئي شاعريءَ جون ڏارائون شروع ٿينديون آهن، جڏهن ماڻهوءَ جي مَن ۾ درد جو مها ساگر چوليون هڻندو آهي، تڏهن ئي شاعري ڪنهن ڪومل پنکڙي جيان ڦٽي پوندي آهي ۽ ان جي درد جي لذت اُهوئي محسوس ڪندو آهي، جنهن جي اکين ۾ زخمي خوابن جا پاپيها ٻوليندا آهن ۽ روح ۾ اوجاڳا ڪنهن چرئي پيا جيان جاڳندا آهن. شاعري جي درد جي لذت اهوئي محسوس ڪري سگهندو آهي جنهن جي اکين روز ڪي خوابن جا ڪاڪ محل ڍهندي ۽ نهندي ڏٺا هجن ۽ ان جي تصور جي دنيا موهن جي دڙي جي ناچڻيءَ جي رنگين شامن جا عڪس دل جي ڪئميرا ۾ هميشہ هميشہ لاءِ محفوظ ڪري ڇڏيا هجن ۽ نئي جي ڪاميٽن جي بخملي چولن جي خوشبوءِ ۾ چانڊوڪين جا رنگ پسيا هجن ۽ ڪنهن جي شرارتي چپڙن تي اڏامندڙ مرڪن جي پوپٽن سان دلفريب ڳالهيون ڪيون هجن ۽ جنهن سنڌو جي پيٽ مان اڏامندڙ واريءَ تي ويهي بيوسيءَ مان ڏسڪيا پريا هجن ۽ ڪارونجھر جي مورجا ٿهوڪا ڪنهن ريبارڻ ڇوڪريءَ جي گج تي ٽانڪيل ٽڪن جيان لڳا هجن ۽ شفق جي پيلن رنگن ۾ محبتن جا گيت ڳائيا هجن ۽ جنهن جي ڪن جلادن جي گهوڙن جي ٽاپن ۾ گم ٿيندڙ معصوم ٻارن جي رڙين ڪي ٻڌو هجي ۽ جنهن جي اکين گولين سان پرڻ ٿي ويل لاشن جا وسڪارا ڏٺا هجن. ٻنين ۽ ونين جي نانءِ تي وڙهندڙ، ڪنهن روپلي جي دانهن ڪي ڪنايئو هجي، توهان پڪ سمجهو تہ اُنهن تصورن جا پيرڙا شاعريءَ جي پيچرن ڏانهن وٺي وڃن ٿا.

شاعر پنهنجي قومن جي اُها موسيقي آهن، جن ڪي هر چارڻ جي چنگ ڳايو آهي. آئون سمجهان ٿو تہ هر ماڻهو شاعر ۽ اظهار آهي، پنهنجي اوسي پاسي ٿيندڙ چرپر ڪي محسوس ڪري ٿو پر بيان نہ ڪرڻ جي هنر سبب ان محسوسات ڪي لفظن جو روپ نٿو پارائي سگهي.

مون ڪي امين ارباب جي شاعري ۽ خيال پڙهي ائين محسوس ٿو ٿئي تہ

اسان جي سنڌ جو نوجوان نسل اجان ستو ناهي پر جاڳي تو ۽ ان جاڳ ۾ اُهي خواب ڏسي تو ۽ انهن خوابن جي تعبير آزاديءَ جي اندلث آهي! هن کان اڳ مون امين ارباب جي شاعري صرف ريڊيي تي ين تن ڪلامن جي صورت ۾ ٻڌي هئي، پر مون کي اِها خبر قطعي بہ ڪونہ هئي تہ امين ارباب ڪا ڪتاب جيتري شاعري لکي آهي. امين ارباب جي شاعريءَ ۾ سنڌو ماءُ سان بي انتها محبت ان ڳالهہ کي ظاهر تي ڪري تہ پنهنجي ڌرتيءَ سان بي انتها پيار آهي ۽ ڌرتيءَ سان ٿيندڙ ناانصافين کي قلم جي نوڪ سان اهڙي تہ خوبصورت نموني سان لکيو آهي، جنهن جي خوشبو هر اهل دل محسوس ڪندو. امين جيٰ ڪمپئرنگ جو مداح تہ آئون رهيو ئي آهيان. هن ونپڪڙ جي دور ۾ جڏهن ڳوٺ هوندو آهيان تہ امين جو پروگرام ضرور ٻڌندو آهيان. هن جي آواز ۾ اُها ميٺاس آهي جيڪا ڪوئل جي ڪوڪ ۾ آهي يا وري ڪونجن جي ڪُرلاءَ ۾ نظر اچي تي. هن جي شاعري بابت اِهو ضرور چوندس تہ اجان بہ هن کي وڌيڪ مطالعي ۽ مشاهدي جي ضرورت آهي. بهرحال ڪوبہ چمندي چام ناهي ٿيندو، وقت ۽ تجربو ماڻهو کي بلندين تائين پهچائيندو آهي.

ذات جي ڏيهہ ۾ رات ٿيڻي نہ آ
گيت ۽ سنگيت جي مات ٿيڻي نہ آ (تاج)

**عبدالواحد آريسر**
(وائڙي)

# نئين نسل جي جاکوڙ جو ننڍڙو تفصيل

ڪلا جا سيئي رنگ، من موهڻا، ذات جون سيئي ڏسيون سنيون پريون ۽ فن جا مڙيئي نتيجا سبق تفريح (Dimension) ۽ نئين سوچ کان جدا ناهن. وقت جي حڪمران جا دٻدٻا ختم ٿيو وڃن ٿا، سپهه سالارن جي تلوار ڪٽجي وڃي ٿي، پر فنڪارن جو فن سدائين تابنده رهندو آهي. سنڌ جي نئين ٽهيءَ کي جيڪو سورن جو ثمر پڪي پيو آهي، هي سموري ٽهي انهيءَ کي جهوليءَ پائي جهلي ٿي، گڏوگڏ تاريخ جي هن جبر تي ڏند به ڪُرٽي پئي ۽ انهن حالتن جي تبديليءَ لاءِ به جاکوڙ ڪري ٿي.

امين ارباب جي شاعري ۽ ڪمپيئرنگ نئين نسل جي جاکوڙ جو هڪ ننڍڙو تفصيل آهي. امين جي شاعريءَ ۾ موجوده سنڌ ۽ سنڌي ماڻهو جو درد ليٽا پائيندو نظر اچي ٿو. ڪيس خلقٺهار جي طرفان خوبصورت گلو، ڌڙڪندڙ دل ۽ سوچيندڙ ذهن مليل آهي، جيڪي هو فياضيءَ سان ڪم آڻيندي پنهنجي حصي جو ڪم ڪندو رهي ٿو. سندس ڪوتائن جي ڪتاب جي پڌرائي يقيناً جديد ادب ۾ هڪ سهڻو واڌارو ٿيندي. امين جي شاعريءَ ۾ موجوده سنڌ سان لاڳاپيل مڙيئي مسئلا پڌرا ٿيل نظر ايندا نهٔ صرف مسئلا پڌرا ڪيل آهن، پر انهن مسئلن جي حل جو ڏس به اظهار ٿيل آهي. وقت جي جدوجهد سان سندس قلمي سات به آهي ڪيس ازل جي استاد هڪ ذميواري سونپي آهي، جيڪا هوَ پنهنجي گلي ۽ آواز، شاعري ۽ فن سان بهتر انداز ۾ پوري ڪري پيو، شايد شاعر سندس لاءِ ئي چيو آهي تہ:

حرفِ جانبازي، سيکاريو مون کي استاد ازل
عشقَ جي مڪتب اندر، منهنجو پڙهڻ ڪو ياد ڏئي
(صاحبڏنو فاروقي)

حليم باغي
روحل واءِ

# سنڌ پولارن جو نينگر

شاعريءَ ۾ شروعات کان ونئي ئي لاڙا رهيا آهن. هڪڙي شاعريءَ ۾ محبوب ۽ محبوب جي ادائن هار سينگار فراق ۽ وڇوڙي جون ڳالهيون وصال ۽ هجر جوں ڪيفيتون بيان ڪيون وينديون آهن ۽ ٻي شاعريءَ ۾ محبوب ۽ محبوب جي ديس جي، ڏکن پيڙائن سونهن ۽ سوڀيا ان جي محبت جي ماترين ۽ جڳمڳ ڪندڙ پاڻي جي جهرڻ ۽ محبوب جي ان ديس جي مڌ ڀريل موسمن، هوائن ۽ ان ۾ رهندڙ ماڻهن جي تهذيب ۽ تاريخ جو ذڪر ڪيو ويندو آهي. ان جي شادين غمين کان وٺي، تنيڙين تمنائن جا عڪس چٽيا ويندا آهن. امين ارباب جي شاعريءَ ۾ محبوب سان گڏ ان جي ديس جي ڏکن، پيڙائن، ماڻهن جي محرومي ڏاڍ ۽ جبر جي خلاف نفرت شديد نظر اچي ٿي ۽ هو پنائي جي بيت وانگر ذرتي جي سرتي سان محبت ڪري ٿو.

چلي وڃ مَ چيرين، ڏلي چڏ مَ ڏيھ
پسيو وڻ وطن جا وڙ ڪيو اچنُ ويھ
سڄڻ ۽ سائيھ، ڪنهن اٿاسي وسري

امين ديس واسين کان سواءِ پاڻ کي اڌورو محسوس ڪندڙ انسان آهي. هن جي محبوب سنڌ ذرتي آهي، جنهن کي هو پيار، امن ۽ خوشحال سنڌ ڏسڻ جي تمنا رکي ٿو. شاعري دراصل خارجي ۽ داخلي ڪيفيتن جو محور هوندي آهي، هو اندر جي احساسن کي، لفظن جي مالها سان هار پوئي محبوب ۽ ذرتيءَ واسين جي گلي ۾ وجهندو آهي ۽ خارجي ڪيفيت ۽ مستقبل تي هن جي گهري اک هوندي آهي ۽ پنهنجي محبوب توڙي ٻين کي هو ايندڙ وقت کان آگاهه ڪندو رهندو آهي، جڏهن جنهن ملڪ جا سياستدان، دانشور ۽ فلاسافر مُنجهي پوندا آهن، تڏهن شاعر ئي هوندو آهي جيڪو ماڻهن کي نوان

گس ۾ پيچرا ڏسيندو آهي، تنهن تهي جي شاعريءَ ۾ امين ارباب، گلاب جو گل نہ سهي پر روهيڙي جي گل وانگر پنهنجي حيثيت رکي ٿو. شهرَ وستين ۾ انٽرنيٽ جي ويجهو رهندي بہ هو هاريءَ جي ٻيڙائن ۾ ٻهراڙيءَ کان گهڻو متاثر آهي. منهنجي دعا آهي تہ هوائن جي دوش تي آواز جون لهرون پکيڙيندڙ هي نينگرو پوري سنڌ ۾ سنڌ کان ٻاهر بہ هميشہ چمڪندو ۽ جرڪندو رهي.

جمن دربدر
(عمر ڪوٽ)

# هو جو هوا جو جهونٽو آ

هي منهنجو يار جيڪو امين ارباب جي نالي سان سڃاتو وڃي ٿو، ڏسان ٿو تہ سنھا مَ پانءِ سڀ واري سٺ ياد ٿي اچي. امين توڙي جو ٿوري سياست، گهڻي صحافت، ٿوري شاعري ۽ گهڻي ريڊيو ڪمپئرنگ ڪئي آهي، پر واهہ جي ڪئي آهي. B.A آنرس، M.A ۽ L.L.B پاس هي تعليم يافتہ نوجوان سٺي سرڪاري نوڪري هئڻ جي باوجود صحافت واري پيشي ڪي سيني ڪان اتم سمجهي ٿو، انگريزي گرامر مان غلطيون ڪڍڻ واري هن شوقين جي وري سنڌي گرامر سان قطعي ڪونہ پٽي ۽ نہ وري علم عروض کي ضروري سمجهي. مادري زبان ڪڇي هئڻ جي باوجود نہ رڳو پارڪري ۽ مارواڙي تقريبن سٺي نموني ڳالهائي سگهي ٿو پر ڍاٽڪي ۽ گجراتي ٺيڪ اچيس. منهنجي ياري آپڪي تڏهن کان جڏهن پبلڪ اسڪول لطيف آباد ۾ پڙهڻ دوران ريڊيو تي شاگردن جي پروگرام ۾ حصو وٺڻ آيو. حيدرآباد ۾ ريڊيو تي نوڪري دوران مون سان گڏ هن نہ رڳو سنڌ جي مختلف هنڌن تي ٿيندڙ سماجي پروگرامن ۾ حصو ورتو، پر هن حيدرآباد ۾ مختلف سماجي پروگرام ڪرائي سڄاڻ حلقن کي شرڪت بہ ڪرائي. هن وقت قاسم آباد ۾ سوين ٽري مائهن جي سماجي تنظيم مارونڙا ويلفيئر ايسوسئيشن جي اڳواڻ هن شخص کي علمي ادبي سرگرمين تي مليل داد بابت ڪيس خبر پر جڏهن G.O.R ڪالوني ۾ هو مون کي زوري شاعري ٻڌائيندو هو تہ سچ پچ بي اختيار وات مان واهہ واهہ نڪري ويندي هئي. مون کي فخر آهي تہ امين جي شاعري جيڪا مون حيدرآباد ريڊيو تي ريڪارڊ ڪئي، انهيءَ مان ڪجهہ آل انڊيا ريڊيو بہ نشر ڪري ٿو. آئون چئي سگهان ٿو تہ امين اُنهن صحافين، قلم ڪارن ۽ ريڊيو اسڪرپٽ رائيٽرز مان آهي جيڪي بروقت مختلف سياسي ۽ سماجي اشوز تي قلم کي ڀرپور انداز سان وهائي سگهن ٿا. شايد اِهوئي

ڪارڻ آهي جو ڪيس سٺي صحافي هئڻ جي ڪري ڪيس ڏيهہ پر ڏيهہ وڃي مڃتا مالي.

سنهڙو سيپڪڙو هي منهنجو يار پاڻ تہ الاءِ ڪنهن جي دوستيءَ جي دعوي تو ڪري پر سندس دوستي جا دعويدار مون سميت ايترا آهن جيتري آ سڄي هي سنڌ.

**ڪوثر برڙو**
(لاهور)

# درد جي ديس جو نمائندو

هُن کي مون پهريون ڀيرو ريڊيو حيدرآباد تي ڪوثر برڙي جي آفيس ۾ ڏٺو هو، قد پُوڻا پنج فُٽ، جسم سنهڙو، بدن پورو ۽ مُهانڊا ملوڪ، فون تي ڪنهن سنگتيءَ سان مشڪري ڪري رهيو هو تہ ڪوثر کيس تن آڱرين جي اشاري سان اُنهيءَ مذاق جي موٽ ڏني هُئس، هُو ٻئي هڪ ٻئي سان هُجتي هُئا، منهنجي سائس اها پهرين مُلاقات هُئي جيڪا اسان جي وچ ۾ سنگِ ميل ثابت ٿي، اُهي ڏينهن اجوڻا ڏينهن، وري نہ هُن مون کان مُنهن مٽيو ۽ نہ ئي وري مون هُن کان اکيون ڦيريون. امين ارباب جيڪو اندر جو اُجرو ۽ مُحب وطن ماڻهو آهي. تر جي اربابن سان سندس ذاتي واسطا هُئڻ ڪري ادبي وڏيرن جي اوچيءَ روش جو شڪار بہ رهيو آهي ۽ اُنهن ئي مٿس اجاين الزامن جون آڱريون اُڀيون ڪيون آهن، پر هُو بقول پٺائيءَ جي: "هو چوَنئي تون م چؤ واتان ورائي" تي عمل ڪندي وَرندي ڏيڻ بجاءِ پنهنجي ذات جي ڏئين سان ڏيهہ ۾ "ڏينهن" آڻڻ لاءِ جاکوڙي رهيو آهي. هِن هوا کان بہ هلڪي ماڻهوءَ منجهہ خامين کان وڌيڪ خوبيون آهن، هُو صحافت ۾ آيو تہ رات: پيٽ ۾ سڄيءَ سنڌ ۾ مشهور ٿي ويو. اخباري ڪالم لکڻ لڳو تہ مُنفرد انداز ۽ اسلوب سبب گهڻن کان گوءِ کڻي ويو، ادبي دنيا ۾ پُهتو تہ اُتي بہ پنهنجي الڳ سڃاڻپ پيدا ڪيائين، ريڊيو جيَ مائيڪ تان سندس سُريلو آواز سنڌ جي فضائن ۾ ڦهليو تہ سوين پرستار پيدا ڪيائين، جيڪي ريڊيو ڪن سان لڳائي هر تن گوش ٿي سندس آواز سُڻندا آهن ۽ سندس آواز ۾ ايڏو درد، ايڏي پيڙاءَ جڻ ڪويل ڀئي ڪوڪي جڻ ڪُونج ڀئي ڪرلائي، ائين لڳندو آهي جڻ ڪنهن سندس نازڪ دل نپوڙي پوءِ کيس چڪي آئي مائيڪ تي ويهاريو آهي، جتي هُو جرئتمنديءَ سان سنڌ جي ڪنهن بہ هاڃي ۽ حادثي تي ائين پروگرام ڪري هليو ويندو آهي جو ڪنهن بہ جهرلوءَ کي ٻڙڪ ئي ڪونہ پوندي آهي تہ هو ڇئي ڪُجاڙو ويو. هِن جي روح ۾ سنڌ ائين سمائجي چُڪي آهي جيئن دولهہ دريا خان جي دل ۾ ديس سمايو هو، هُن جي وياڪل روح

جي اڪيلائي مان اٿين محسوس ٿيندو آهي، جڻ هن کي ڪنهن ٻي ديس مان جلاوطن ڪري هتي آندو ويو آهي، هن جي درد کي سنڌس پڙهندڙن ٿوٽي ٻُڌندڙن سدائين پنهنجو درد ڪري محسوس ڪيو آهي، اِهوئي سبب آهي جو سنڌس سُڃاڻپ سنڌ جون سرحدون اُڪري انڊيا جي ڪن پٽن تائين پُهچي چُڪي آهي، آواز جي دنيا جو هي اڪيلو پنڇي آهي جنهن جي آواز ۾ نہ رڳو سنڌ پر هند جو درد بہ ڦٿڪي رهيو آهي. هُو شاعريءَ جي شاهراه جو مُسافر بڻيو تہ سنڌس ٻول ٽر ٻاٻيهي جي اُڃ ٻڻجي انساني احساسن جي ٽر تي اُلهي پيا. ڪير آهي جنهن زرينہ بلوچ جي آواز ۾ سنڌس هي ٻول "جهڙي تُنهنجي ٻولي آ." ٻُڌي ٻئي هٿ مٿي تي ڏيئي تڏو ساهہ نہ پريو هُوندو؟ ٿوٽي جو هن شاعري تمام ٿوري ڪئي آهي، پر سنڌس شاعريءَ ۾ شاعري ضرور موجود آهي، مُنهنجي انهيءَ دعوي جي دليل طور سنڌس شاعريءَ جو هي ڪتاب "ڏرتي مُنهنجي سر تي" پيش آهي، هُو نہ رڳو سُٺو صحافي، سُٺو شاعر ۽ سُٺو ڪمپيئر آهي، پر هو هڪ بهترين انسان بہ آهي، جيڪي بہ ڪيس ويجها رهيا آهن، انهن کي ئي سنڌس سياويڪ ڪردار جي ڄاڻ هوندي، ياڻ تہ پري کان ڪيس رڳو اِها دُعا ئي ڏيئي ٿا سگهون تہ شال! سنڌ جيڏي حياتي ماڻي ۽ پنهنجي فن وسيلي درد جي ديس جي نمائندگي ڪندو رهي.

امر ساهڙ

# هُن پنن تي ماتم پلٽيو آهي!

زمينون صدين جا درد پنهنجي روح ۾ سانڍي رکنديون آهن، پوءِ اهي درد دنيا تي آشڪار ڪرڻ لاءِ اهي پنهنجا ماڻهو منتخب ڪنديون آهن، جيڪي پنهنجي زمين جو آواز بڻجي جاڳرتا جا گهنڊ گڙائيندا آهن. نئين صبح جي تخليق لاءِ رات جا پردا چاڪ ڪندا آهن، شعور جي پڪيڙ اتان شروع ٿي اڳتي وڌندي آهي، اها تاريخ، تهذيب، وقت ۽ ترقي جي تقاضا بہ آهي، ائين نہ هجي ها تہ برطانيا ۾ شيڪسپيئر، يونان ۾ هومر، چلي ۾ پئبلو نرودا، هند ۾ ڪاليداس، ايران ۾ فردوسي، سنڌ ۾ ڀٽائي، بنگال ۾ ٽئگور، بيروت ۾ نذار قاباني، فلسطين ۾ محمود درويش ۽ روس ۾ ماياڪو وسڪي پيدا نہ ٿين ها، زمين جي تقاضا ۽ درد جو تسلسل نہ هجي ها تہ شاهنامو، شاهہ جو رسالو، تنيڙين شين جو خدا، اڻ ڇايل پار ڪي لڪيل خط، اڌ رات جا پار، غدار، ماءُ، اداس نسلين، آگ ڪا دريا جهڙا شاهڪار ڪتاب ڪڏهن بہ تخليق نہ ٿي سگهن ها! سنڌ ۾ گذريل هڪ ڏهاڪي کان ادب تي جمود طاري رهيو آهي، تخليقي ادب رنگجي ۽ سينوارجي ويو آهي، اتي وري بہ ڪڏهن ڪڏهن بدڙي جي موسم ۾ اوچتو چمڪاٽ ڪندڙ ڪنوڻ جيان ڪي تخليقي شيون ظاهر ٿي اهو احساس اربين ٿيون تہ اجان سنڌ سُڃ ناهي ٿي، جديد سنڌي شاعري ۾ آڱرين تي ڳڻڻ جيترا سُٺا تخليقي شاعر آهن، جن ميجتا جو سفر طئي ڪيو آهي ۽ ڪي اجان ان سفر ۾ پنڌ ۾ آهن، امين ارباب سنڌ جي منفرد ۽ ميجتا لاءِ پنڌ ووڙيندڙ مسافرن مان هڪ اهم مسافر (شاعر) آهي، جنهن ڀرپور سنجيدگي سان لکڻ کي اوليت ڏني آهي! هن جي سنجيدگي جو وڏو مثال اهو آهي تہ هن جي شاعري ۾ موضوعن جي کوٽ ناهي رهي، بنيادي طور تي هو رومانس، مزاحمت ۽ قومپرستي سان سرشار آهي، هن رومانس ۽ انقلاب کي گڏ ڪٽي هلڻ جي خوبصورت ڪوشش ڪئي آهي، هن جتي محبوبا جي نڪ جي ڦلي کي تقدس ڏنو آهي، اُتي هن ڪنهن جي بيگناهہ وهيل رت جي ڦڙي کي بہ مقدس سمجهيو آهي، امين جي سامايل ڇوڪريءَ جهڙي نازيلي

شاعري توهرن، ڪنڊين، چنڊ، چوڙن، چُمين، پارشن، سڏڪن، موسمن، بيوفائين، بي سُراين، بيحسين، دلربائين، غيرتن، مفلسي ۽ اوجاڳن تائين جي سمورن موضوعن تي پنهنجي احساسن جا پوپٽ ڦيرايا آهن.

تون جابر تون آمر،
مان صبر جي هڪ جهولي،
توکان منهنجي عظمت اوچي،
منهنجا ارادا اجان اٽل،
تو وٽ بندوق ۽ گولي،
تو کان منهنجي عظمت اوچي!

هڪڙي ادبي حقيقت اها به آهي ته ادب تخليق ٿيندو ٿي نظرين جي بنياد تي آهي، امين وٽ قومپرستي اهو نظريو آهي جنهن جو محور اُها سنڌ آهي جيڪا صدين کان لٽبي، پيلبي ۽ برباد ٿيندي آئي آهي، اهوئي ڪارڻ آهي جو امين روپلي ڪولهي جي عظمت کي پيٽا ڏني آهي، امين شاهه لطيف جي سُرن کي روح ۾ رکيو آهي، امين ٿلتي کي ساريو آهي. سنڌ ۾ جتي شاعرن جو هڪ وڏو حلقو اجائي رومانس جي گپ ۾ ترڪيل آهي، امين اتي جاڳرتا ۽ قومي شعور جي ڳالهه اوليت سان ڪري پاڻ کي ڪافي منفرد ۽ ذميوار شاعر ثابت ڪيو آهي.

امن ريلي تا ڪڍن،
دهشتگردي وارا ماٺهو،
سنڌ گهيري ويا سموري،
خاڪي وردي وارا ماٺهو!

■

درياءَ جي سوڪ جي درد ۾ ٻڏل سنڌ ۾ مايوسي جو سمنڊ پکڙيل آهي، جنهن کي محسوس ڪري امين جيڪو شاعري ۾ رستو اختيار ڪيو آهي، اهو نهايت مناسب لاڙو آهي، جنهن جي سنڌ کي ضرورت پڻ آهي، بدامني، بي اعتباري، بيحسي ۽ بيسرائي جا برپٽ پکڙيا پيا آهن، جن کي نظر انداز ڪرڻ جهڙي منافقي ڀلا ڪير ٿو ڪري سگهي، امين ان حوالي سان اڳيرو نظر اچي ٿو.

ڪيڏي انڌو ڪاري آ،
جبر اڃان پي ـ اري آ،
سچ منهن تي چٽي ڏيندڙ،
ڏيهہ جو ڏوهاري آ.

■

ادب ۽ نعريبازي ۾ فرق آهي، امين سنڌ جي درد جي عڪاسي ڪندڙ شاعري ڪئي آهي، جيڪا ڪنهن بہ حوالي سان بيمعنيٰ ناهي نہ وري ان کي نعريبازي سان پيٽي سگهجي ٿو، هو انهن شاعرن مان آهي جيڪي تاريخ جو شعور رکن ٿا، جن جي ذهن ۾ سوالن جا پنور ڦرن ٿا، جيڪي قومن جي عظمتن جا رتبا سمجهن ٿا، جيڪي مسيحن جي نالي ۾ ڦورن جون دلاليون سمجهن ٿا، جن وٽ ڌرتي ماءُ جي روپ ۾ تصور ۾ موجود رهي ٿي.

هي جا منهنجي ڌرتي آ،
مون نہ ڪنهن کان ورتي آ،
دهشت وحشت گهٽي گهٽي،
گهيري ويئي ڳُٽي آ.

■

امين توڙي جو شاعري ۾ ڪٿي ڪٿي فني هلڪي لتاڙ بہ ڪئي آهي، پر ان ڪمي کي هن جي زوراڻتي جذباتي اظهار مڪمل ڪرڻ جي سٺي ڪوشش ڪئي آهي، هن فڪر کي عروض تي اوليت ڏني آهي، جنهن سان هن جي شعر ۾ خوشبو جو احساس اڀري ٿو، جيڪو پلُ ۾ دل تائين پهچي موهي وجهڻ جو فن پاڻ وٽ رکي ٿو، هن جي شاعري ليارن جي ڳاڙهاڻ جو جلوو محسوس ٿئي ٿي، هن جي شاعري پازيب جو الهڙ ڇمڪو محسوس ٿئي ٿي، اها شاعري جڻ تہ ڪي اربيليون اکيون بہ رکي ٿي تہ ان وٽ ڪائي باغي سرڪش دل بہ آهي.

تڙپ تاڙو جيئن،
جيون اسان جون ائين،
تر ۾ تو تئي،
آرهڙ ڪاڙهو جيئن
جيون اسان جو ائين،

امين ارباب جي شاعري محبوبيت جي آگر جهلي نئين دڳ ڳولڻ جي جستجو جي عڪاس آهي، هُن اجايو، غير موضوعاتي شعر کان پرهيز جي هر ممڪن ڪوشش ڪئي آهي، تجسس هن جي شاعري کي سفر ڪرائيندو رهيو آهي، لڙڪن ۾ پُسيل اکيون، پنين ۾ کُتل خنجر، سدائين تازا رهندڙ زخم، روحن جي عريانين، ڪميٽين جي ٺيڪيداري، آرزوئن جون اوڇنگارون، بي مهل ڪڄندڙ جنازا هن کان لکرائيندا رهيا آهن ۽ هن پوري درد ۽ ايمانداري سان لکڻ جي بيباڪ ڪوشش ڪئي آهي، هن حدن جي گهيرن کي قبول ڪرڻ کان سواءِ جيڪو به ڪجهه لکيو آهي، اهو سهڻو پورهيو آهي اهو پيار جي لائق پورهيو آهي.

ڳُل ٻاتي کان اڳي،
بي مند پيلاڙو جيئن،
جيون اسان جو ائين.
جوڳي نہ ڪنهن جا مِٽ،
اوڙو نہ پاڙو جيئن،
جيون اسان جون ائين.

■

امين پَريَن جون ڪهاڻيون نٿو ٻڌائي پر نياڻين جي بيحرمتين جي ڳالهہ ڪري ٿو ۽ اها ڳالهہ جنهن درد جو داستان آهي، ان کي شاعري ۾ بيان ڪرڻ هر ڪنهن جي وسَ جي ڳالهہ ناهي، رومانس کي امين پنهنجي ناهي ڏني، سنڌ جي رومانس سان گڏ هن جي شاعري ۾ موملن جي محبوبيت بہ وار چوڙي دلربائي جوُن داد لهايون ڪندي احساسن جي آڳر تي محو رقصان رهي آهي، رومانس ڪنهن بہ دور ۾ ادب ۽ شاعري مان خارج ناهيَ ٿيو، رومانس ادب ۽ شاعري جو بيحد سگهارو موضوع رهيو آهي، جنهن کي امين سليقي سان پيش ڪيو آهي، ان ڪري ان رومانوي تاثر کي تجسس جو روح ارپڻ جي ٻانوري ڪوشش کي ڇهيو آهي، جنهن هڪڙو صحتمند اثر ڇڏيو آهي، رومانس تہ واقعي دل جو عجيب داستان هوندو آهي، جنهن تي جيترو لکجي محسوس ڪبو آهي تہ ڄڻ اڃان ڪجهہ لکيو ئي ناهي، امين جي رومانوي شاعري معصوميت جو جلوو پاسي تي، اُها خمار ٻنجي جاڳي تي،

پري توبن سري، ناممڪن،
نانءُ ھينئين نہ ھري، ناممڪن،
توتي ويساھہ ائين جيئن،
اوڏر نہ ايري، ناممڪن!

■

اھو خوبصورت سچ آھي تہ امين نئين ٿھي جي انھن سريلي شاعرن جي ڪيپ مان ھڪ آھي، جنھن وٽ نئون ويساھہ، نئون انداز، نئون لھجو، نئون رنگ، نئين اربنا ۽ نئون ڍنگ آھي، ھن جي احساسن جي جھولي ۾ جيڪي بہ گل آھن، تن ڪي ھن جيئن جو تيئن پنھنجي ٻولي کي ڀيٽا ڪيو آھي، ھن شھرتن لاءِ ناھي لکيو، ھن فقط ان ويساھہ سان لکيو آھي تہ ھن جي ٻولي کي ھن جي قوم کي ھن جي ٻرندڙ، ٽڙندڙ ۽ لچندڙ احساسن جي ضرورت آھي،

ڪڏھن ائين بہ ٿيو آ،
جو ڪنھن وانگي،
پنھنجي ٻني ۽ وني،
ڪنھن واگھہ ويري جي،
ور چاڙھي ھجي،
۽ پنھنجي غيرت لچائي ھجي؟،
جي اُن جو جواب آھي،
"ھائو"
تہ پوءِ ڏٿيون بہ ٿڻين ڀيون ھونديون!

■

ھتي ھڪڙي ٻي حقيقت بہ واضح ڪرڻ ضروري آھي تہ امين ا باب جو "سنڌ" جي حوالي سان ريڊيو تي ڪردار بہ نہ وسارڻ جھڙو رھيو آھي، توڙي جو ريڊيو جي نشريات حڪومتي تابع رھي آھي، جنھن کي مخصوص پاليسي تي ھميشہ ھلايو ويو آھي، پر ريڊيو تي ھڪ ڪمپيئر جي حيثيت ۾ امين پاڻ موڪيو آھي، ھن جا لکيل ۽ پڙھيل اڪثر اسڪرپٽ سنڌيت ۽ قومپرستي جي ھڳاءُ ۾ رچيل رھيا آھن. ھن جو اھو شاندار روپ داد جي لائق آھي، امين ريڊيو جي پاليسين کي ڪيئي ڀيرا ائين نظر انداز ڪيو آھي، جيئن عاشق نصيحتن کي نظر انداز ڪندا آھن، ھن ريڊيو تي ھوشو، دولھہ، مخدوم بلاول ۽ روپلي

ڪولهي سان عشق جو اظهار ڪري هوائن ۾ ڪو نياپو ڇڏيو آهي، ان راهہ ۾ هن تي آڱريون بہ کڄيون آهن پر هن انهن تي ڪڏهن بہ ڌيان ناهي ڏريو، اها بيحد خوبصورت عاشقي آهي اهو هڪڙو شاندار ڪردار آهي، امين جي ريڊيو لاءِ اسڪرپٽن ۾ نج سنڌيت جو جذبو ڇلڪندي نظر آيو آهي، ان سان گڏ سنڌ جي تهذيب، تمدن، ثقافت ۽ تاريخ کي بہ زبردست انداز ۾ پيش ڪيو آهي، هو ان معاملي ۾ نڊر ثابت ٿيو آهي، هن جي ان فعل سان سنڌ جي نئين لکندڙن کي تمام گهڻو حوصلو پڻ مليو آهي، امين جي انهن ريڊيائي لکڻين ۾ سنڌ جي عشقيا داستانن کي بہ جاءِ ملي آهي، جنهن سان سنڌ جي تاريخ نئين ذهن تائين پهتي آهي، جيڪا بيحد ڀلي ڳالهہ آهي، ٿر جي پس منظر ۾ امين جيڪو ڪجهہ انهن لکڻين ۾ پلٽيو آهي، اهو بہ يادگار آهي، ڇو جو هن ٿر جي ان درد جي ترجماني ڪئي آهي جيڪو ايوانن ۾ ويٺلن ۽ ايئر ڪنڊيشنڊ ڪمرن جي پلنگن تي سمهندڙن کان سدائين اوجهل رهيو آهي، ڪڏهن بہ انهن نہ تہ روهيڙي جا ڳاڙها ڪنوارين ڇوڪرين جهڙا گل ڏنا آهن نہ انهن ڪونيٽن جو ٻُور هوائن ۾ ڇڻندي ڏٺو آهي، انهن تہ تاڙي ۽ ٻاٻيهي جا ٻول بہ ناهن ٻُڌا، انهن کي نہ تہ پوڙيسر جي اڪن جي سُڌ آهي، نہ ڪاسبي جي پازيبن جي سُرن جي ڪا خبر آهي، انهن تہ ان کي رڙندي بہ ناهي ٻُڌو، انهن -ـ مورن جي ٽهوڪن جون صدائون بہ ناهن سيؤن! پر اسان جي دوست امين ارباب جي قلم ريڊيو جي مائيڪ تان اهو سڀ ڪجهہ انهن کي ٻڌائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، جيڪو اجرو سچ آهي جيڪا دردمند ڏيهہ جي داٺهن آهي! امين سنڌ کي ٻُڌو آهي، ان ڪري هُن سنڌ جو درد لکيو آهي، سنڌ جيڪا سڙيل خوابن جو سوڳ رهي آهي سنڌ جيڪا مڪڙين جي پيلجڻ جو داستان رهي آهي، ان سنڌ ۾ اسان جي هن نوجوان قلمڪار پنهنجي قلم سان جاڳرتا جا در کولڻ جي عملي ڪوشش ڪندي ڪتي بہ ڪڏهن بہ ٽڪو ناهي، هن تمنائن جي ريگزارن ۾ گلاب پوکيا آهن، هن چپن سان چڻ تہ هن مٽي جا ڪنڊا چونڊڻ جو مظاهرو ڪيو آهي، هن اجرڪن جي خوشبو جي بيحرمتي خلاف واڪا ڪيا آهن، هن پيار جي تقدس جي پچار لاءِ هر گام تي هوڪا ڏنا آهن، هُن ڀڳل چوڙين جي ٽڪرن جو ماتم پڻ تي پلٽيو آهي،

حقيقت اها آهي تہ سنڌ جي هن موجوده ماحول ۾ لکڻ جي تمام گهڻي ضرورت آهي، ڇو جو سنڌ جي شهرن توڙي ٻهراڙين ۾ سنڌي دربدري جي زندگي گهارڻ تي مجبور آهن، سنڌ ۾ رومانس ۾ اها روحانيت ناهي رهي

جنهن جي حُسن کي هزارين حسناڪيون آهن، شهرن ۾ حال اهو آهي جو ”غير“ ماڻهو حاجت وارين جڳهين تي پهريدار تي بيٺل آهن، اهي پيشاب ڪرڻ جا به ٽي روپيا گهرن ٿا، سائيبريا کان ايندڙ پرڏيهي پکي شڪار ٿي وڃڻ جي خوف کان سنڌ جا رستا بدلائي چڪا آهن، سنڌ جي نياڻي يا ته کهاڙي سان ڪپجي رهي آهي يا دارالامانن جي ديوارن ۾ سُڏڪي رهي آهي. سنڌ ۾ جنونيت جا چنبا شعور واري سوچ جي چهري کي مسخ ڪري رهيا آهن، دلالن جي عروج جا ڏينهن آهن، چميون مدهوشين جي شبستانن مان ٽڙيل آهن، گلابن جون پنکڙيون رَت ۾ پريل آهن، ڇتو ڏسا مفلسي ۽ ماڻار جا قبرستان آهن، ان سمي ضرورت آهي ته ڪا تيلي تمڪي، ڪو ڏيئو پري، ڪا چير چمڪي، ڪا نئين تاريخ لکجي، ڪو نئون ولولو اپارجي، دوست امين ارباب شاعري ۽ نثري لکڻين ذريعي هن ماٺ واري پاڻي ۾ هي جيڪو پٿر اڇليو آهي، اهو اجايو ناهي، امين جو هي ڪتاب سٺو سنوڻ آهي، سٺي علامت آهي، پياري ڪوشش آهي، هي ڪتاب ڪنهن سٺي سڏ جو آغاز آهي، اهڙيون شيون اڃڻ ڪين، قلم بند ٿيڻ نه ڪين جو سنڌ کي سوجهري جي ضرورت آهي، امين ارباب هي جيڪا تيلي پاري آهي، اهڙين بين تيلين ۽ ڏيئن جي سنڌ کي گهرج آهي! ڇو جو سنڌ انتهائي خطرناڪ صورتحال مان گذري رهي آهي. سنڌ جا زخمَ گهڻا آهن، پر دوا ناهي، اهڙيون ڪوششون ڪنهن دوا وارو ڪردار يقينن ادا ڪري سگهن ٿيون، اونداهي رات ۾ ڪنهن خيمي اندر پرندڙ ڏيئي جهڙا محبوب خيال هن وحشت واري ماحول کي بدلائڻ جي پوري اهليت رکن ٿا، اهوئي خيال رکي امين ارباب هتي تخليق جو سفر شروع ڪيو آهي، جيڪو اڻ تڪ آهي ان کي پنهنجو نرالو ۽ ڪنوارو حسن آهي! هن جيڪو نعرو هنيو آهي، اهو سچ ۽ سونهن جو علمبردار پاسو آهي، بي ڪفن جنازن جي ڪليل اکين کي هي دؤر ڏسي رهيو آهي، ان دور ۾ سچ کي وڏي حقيقت سمجهڻ گهرجي، امين لفظن جي هٿن سان اهي اکيون بند ڪرڻ جو سفر شروع ڪيو آهي، جيڪا سٺي ڳالهه آهي، جيڪو به ليکڪ سماج جي بي ضميري کي جاڳرتا جا ڌُڌا نٿو هٽي، اهو ليکڪ ناهي، گهٽين ۾ وهندڙ رَت جي گواهي لاءِ آڱر اُپي ڪرڻ، قوم جي استحصال تي مزاحمت جي لاٽ روشن ڪرڻ ليکڪ جي ذميوارين ۾ شامل آهي. هي دؤر ليکڪ جي قلم جي حرڪت جو تمنائي آهي، ڇو جو قومن جو اصل ضمير ان جا ليکڪ ٿي آهن، قومن جي نئين تاريخ ادب سان سلهاڙيل آهي، سنڌي سماج تي جمود جي

جيڪا برف جميل آهي، ان کي پگهارڻ جي ضرورت آهي، ان لاءِ ليکڪ جو ڪردار اهميت جوڳو آهي، تنهن ڪري جي سريلي شاعر ۽ ليکڪ جي حيثيت ۾ اسان جي محبوب دوست امين ارباب هي جَيڪو بہ قلمي پورهيو ڪيو آهي، اُن جي اهميت کان انڪار ممڪن ڪونهي، امين کي هي سفر اڃان بہ اڳتي جاري رکڻو آهي، هن کي سنڌ جي درد جي عڪاسي لاءِ بار بار سوچ جي صليب تي چڙهڻو آهي. اهائي وقت جي گهرج آهي، اِهائي سنڌ جي روح جي تقاضا بہ آهي. ”ذرتي منهنجي سرتي“ جهڙيون تخلِيقي شيون اينديون رهڻ کپن ۽ سفر جاري رهڻ گهرجي!

ايوب ڪوسو
(سينٽرل جيل حيدرآباد)

# رتي برابر پتي

هجي جاڪاڻ خوبين جي ۽ عيبن ڪان بنهه آهي
نه منهنجي شاعري اهڙي نه منهنجي زندگي اهڙي

اڄ پڪ تي وئي اٿم ته يا آئون واقعي وڏي ڳالهه تي ويو آهيان يا مذاق اُڏايو پيو وڃي، هٽ ولي مون مسڪين جو، جو سنڌ جي واحد لفظ تراش منهنجي سائين عبدالواحد آريسر سميت سنڌوءَ جي پن ڪنارن جيڏن فقير دل شاعرن حليم باغي ۽ جمن دربدر کان پوءِ ايوب کوسي، امر ساهڙ ۽ ڪوثر به چئي ڇڏيو آهي ته امين شاعر به اٿؤ. هڪ صحافي هئڻ جي ناتي هڪ پيرو سوچيم ته سچ ڪي سچ ظاهر ڪجي ۽ اهڙو سچ هڪ پيرو ظاهر ڪرڻ جي شيخ اياز کان شروعات هيئن ڪيم ته اياز هن صديءَ جو وڏي ۾ وڏو شاعر ته پلي چئو پر هو صحافت جو "ص" به نٿو ڄاڻي (انهن ڏينهن ۾ اياز برسات اخبار جي ايڊيٽر جي حيثيت ۾ ايڊيٽوريل لکندو هو) بس پوءِ ته ڪڪرن ۾ ٺاهه پئجي ويو. اياز ته اهو چئي مهرباني ڪئي مون تي ته "وات ڳاڙهو چورو آ. هن لکيو ته ڇا ٿيو" پر اديبن ۽ شاعرن جي ته جهڙوڪر ڪکرن جي مناري ۾ ڌڪ لڳي ويو. بس اهي ڏينهن اجوڻا ڏينهن وري ته ڇيلاٽ ڪي ڪونه ڇنيم، روح اڄ به چوي ٿو ته:

> ڪيون ميرا دل شاد نهين هے ، ڪيون خاموش رها ڪرتا هون

پر ڪيس اهو چئي ماٺ ڪرائڻو ٿو پوي ته:

> ڇهوڙ ميري ڪهاني، مين جيسا بهي هون اڇها هون

حضور شرم جا سالن لاڪون منهنجا ڪئين ڪيت آباد آهن جنهن ۾ منهنجا ٿي دوست اڪثر چرچا ۽ چٽرون پوڪيندا پئي آيا آهن پر اهي سيئي اهو ٻڌي خاموش ٿي ويندا آهن، جڏهن ڪين چوندو آهيان ته:

غم کي جاگير ملي هے ، مجهے ورثي مين،
اپني جاگير مين رهتا هون، نوابون کي طرح.

مشاعرن ۾ حصو نہ رکو انهيءَ کري ڪونہ ورتم تہ هو تنگ ٿيندي آ پر سدائين اِها پڪ بہ رهي تہ مون واري شاعري جو هڪ هڪ اکر محفل مشاعري ۾ مون کان گيسيون ڪرائي وجهندو، تنهن کري عزت انهيءَ ۾ آ تہ ماٺهو سوڙ آهر پير ڊگهيري. نيٺ هڪ پيري سوڙ کان ٻاهر پير ڊگهيرڻ جي ڪوشش ڪندي جي او آر ڪالوني ۾ منهنجي انتهائي گهري دوست ڪوثر برڙي کي جنهن منهنجي زندگي ۾ وڏا پال ڪيا آهن، شاعري ٻڌائڻ جي شروعات ڪيم ٿي مس تہ نہ رڳو سندس چانهہ جو ڍُڪ وات مان ڦوهارا هڻندو ظهير مرزا، وڪئي پيرزادي، علي احمد جمالي، علي نواز تنئي عبدالمجيد مغيري ۽ اُتي موجود ٻي سنگت جي ڪپڙن ۾ گم ٿي ويو پر هٿ جون تئي آڱريون کٽي سڏيون ڪيون، اهو چوندي منهنجي منهن ڏانهن تہ دوست آهيان بخشانءَ ٿو، جي ٻين کي ٻُڌايئي تہ پوريون پنج تہ ڪيڏانهن بہ ڪونہ ويون تئي، تڏهن ڪن پل لاءِ ائين لڳو تہ:

گيت مانجهي تہ جُهڙن جهڙا
مگر موسم ملهار ناهي

پر صاحب موصوف کي جڏهن مرحوم سرمد سنڌي سان سندس ڪار ۾ ڪراچي ويندي ان وقت تاهيل تازو غزل دل ٻڌي ٻُڌايم تہ انهن ٽن آڱرين مان هڪ تہ اصل ڏندين اچي وئي. چيائين: ”چورا! ڇا ٿي ويو تئي لڳي تو لڳي وئي تئي.“

بس اُهو ڏينهن اڄ تائين رڙهي رڙهي رڙهان پيو، پنهنجي حال سارو، بي استادو برابر آهيان پر بدنصيب انهيءَ کري بہ ناهيان جو شاعريءَ ۾ منهنجي حوصلا افزائي ڪرڻ ۾ نثار حسيني، مرحوم واجد منگي، مرحوم عرفان مهدي، آسي زميني ۽ قاسم پيان جو تورو گهڻو ساٿ رهيو.

بهرحال دوستو! ڪابہ شاعري جي دعويٰ ناهي پر جي آهي تہ اُنهن احساسن جي جيڪي هر فن جي هر سيڪڙات نوجوانن جي اندر ۾ آند ماند پيدا ڪندا آهن اهو چئي تہ:

سنڌؤ ساهہ سنڌ ۾ بسمائي ڇڏي سين
حياتي جي موڙي لٽائي ڇڏي سين
جڏهن سور سانگين جا پنهنجي پکي پيا
پرين !گهور تو ڏي گهٽائي ڇڏي سين

۽ اکر لکي ڇڏيا اٿم اندر جي اظهار جا،
جي ڪو شاعري ڇئي وجهندو تہ پلا ڀاڳ منهنجا، پلا جي نہ تہ دم هن دعويٰ جو ٻہ نہ ٽوڙبو تہ.

ها ها هوندس ڏوهاري مان جو آهيان پيار پوڄاري مان
جهڙو تهڙو تنهنجو ڏرتيءَ ناهيان شاعر درٻاري مان

يوسف جي خريدارن ۾ نالو لکائڻ منهنجي وس ۾ آهي ٻہ الاءِ نہ پر پڪ بهرحال اٿم تہ وس ۽ وَت آهر قومي ڪاڄ جي پوندڙ ٽاريءَ ۾ رتي برابر پتي منهنجي پوءِ ٻہ هوندي.

ميتا جي رڄ ۾ پٽون ٽيا منهنجا پير
اوير يا سوير، پٽيون ٻڌيون شاعري

امين ارباب
(ڪپري موري)
فون: 0221-652206
0300-9370584

O

هيءَ جا منهنجي ڏرتي آ،
مون نہ ڪنهن کان ورتي آ.

روزِ ازل کان او سائين!،
ڏرتي مون کي پرتي آ،

دهشت وحشت گهٽي گهٽي،
گهيري ويئي ڳٽتي آ.

پنهنجن آخر ڇا لاءِ امين،
ڏاريو ڪيو هِت پرتي آ.

هيءَ جا منهنجي ڏرتي آ،
مون نہ ڪنهن کان ورتي آ.

☆

O

تون جابر، تون آمر
مان صبر جي هڪ جهولي
توکان منهنجي عظمت اوچي
تنهنجو ڪوئي نہ بڻ بنياد
مان تہ ممتا جي لولي،
توکان منهنجي عظمت اوچي
تون قول ۽ ٻول کان محروم
مان ٻاروچن جي ٻولي،
توکان منهنجي عظمت اوچي
منهنجا ارادا اڃان ٻي اٽل،
تو وٽ بندوق ۽ گولي
توکان منهنجي عظمت اوچي
تون ٻيو محمد بن قاسم
مان اُهوئي روپلو ڪولهي
توکان منهنجي عظمت اوچي
توکان منهنجي عظمت اوچي

☆

O

ڪي ڌٽيءَ در دانهين تا
۽ پنهنجو عرض اگهائين تا

ڪنهن جي يادِ ادا ماري
ڪي گهايل دليونَ گهائين تا

ڪي لوڀ لالچ ۾ اچي
ڏوڙ منهن تي پائين تا

ڪنهن جو ملهہ ماسي برابر
ڪي املهہ اگهہ اگهائين تا

ڪي ننگن تي نسار تين
ڪي سدا لڄ لڄائين تا

ڪنهن جا ٺهڪ پڙاڏن وانگي
ڪي لڙڪن کي پي لڪائن تا

ڪي ديش دروهي بڻجي
ڌانگيءَ منهن گهمائين تا

ڪي سوليءَ تي ساهہ ڏيئي
سنڌ امر بڻائين تا

☆

O

پري توبن سري، ناممڪن
نان ۽ هيئنئن نہ هري، ناممڪن

ڪو ميڙو مچي، ڪو جوڙو اچي
جيءَ نہ مون جهري، ناممڪن

نيٽن ۾ وئي - جا، نظر ڪپي
ساتر تہ چري ناممڪن

توتي ويساھہ، ائين جيئن
اوير نہ اُيري، ناممڪن

توڪان منهن موڙي وڃان
مري ڪو مري، ناممڪن

گهڙي گهڙي، امين تنهنجو
ذڪر ئي نہ ڪري، ناممڪن

☆

O

ڪيڏي انڌو ڪاري آ،
جبر اڃان پي جاري آ،

هو ،ويو وڏيرو ٻڌجي،
هي هاريءَ جو هاري آ،

سچ منهن تي چئي ڏيندڙ،
ڏيهہ جو ڏوهاري آ،

اربع خطا جي قيمت،
آءِ ايم ويري ساري آ،

ساهہ اسان ڪنيو ٿي مس آ،
تہ هــٺ اک اُلاري آ

سنڌ جا حال تو پڇين!
آهہ زاري آ، توبه زاري آ

پنو عاقل ۽ چور تہ چا
چوڌري چوڌري چوڌاري آ

هوءَ جا آئي عيادت تي،
ڪاريءَ چئي وئي ماري آ.

ڪيڏي انڌوڪاري آ،
جبر اڃان پي جاري آ.

☆

O

تنهنجي منهنجي
وچ ۾ هٿ سان ڏنل ڪاتيون ڏسي
تنهنجي منهنجي
وچ ۾ رَت سان رنگيل ڇاتيون ڏسي
کلڻ پيا، ملڻ پيا
نچڻ پيا، ڪُڏڻ پيا
پاڻ ٻنهي جي انهي بي وقوفيءَ تي
تنهنجي منهنجي
ڇڙ گرد هٿ هٿ ۾ ملائي
سندن جيت جاپيا گيت ڇون
ڏس ڪيڏو نہ ماحول مهڪيو آ
جنهن جو مزو ماڻڻ لئہ
الاءِ ڪتان جو ڪتان ڪهي آيا هن
تنهنجي منهنجي
زندگيءِ ۽ موت ڏسڻ لئہ آتا آهن
مون ڇاتا آهن، سڃاتا آهن
پاڻ ٻنهي جي خون جا پياسا آهن
اڄ تہ ياڪر پائي
سازشون ناڪام بڻائي
لطيف جي روضي جي هڪڙي چوٽيءَ جيان
هڪ تي يالو بڻجي وڃون
۽ ڌرتي جي پوري وچ تي
آزاديءَ جو علم تي کُپي وڃون

☆

O

سجڻ مون کي ساريو هوندئي
لڪي لڙڪ لاڙيو هوندئي

هيل بہ ڪين ملياسون
پنهنجو پاڻ پڇاڙيو هوندئي

گلن ڳوڙها هوندا ڳميا
ڳٽڻن منجهہ ڳاريو هوندئي

اڪ اشارو ياد ڪري
پوتيءَ پاند چپاڙيو هوندئي

سانجهہ وِيلا جي شفق ۾
افق ڏي نهاريو هوندئي

ڏئي در دعائون گهري
پيار خاطر پڪاريو هوندئي

بند ڪمري ۾ بستر تي
پنهنجو پور پچاريو هوندئي

☆

O

تڙپ تاڙو جيئن،
روح راڙو جيئن،
جيوَن اسان جو ائين
تر ۾ تو تئي،
آرهڙ ڪاڙو جيئن؛
جيوَن اسان جو ائين
گل ٻاتيءَ ڪان اڳي
بي مند ٻيلاڙو جيئن
جيوَن اسان جو ائين
جوڳي نہ ڪنهن جا مِٽ
اوڙو نہ پاڙو جيئن
جيوَن اسان جو ائين
لُڇي لُڇي نہ ڪُڇي،
لالڻ لچاڙو جيئن،
جيوَن اسان جو ائين
روز سنڌ ۾ آ ”امين“
ڏيڏيو ۽ ڏاڙو جيئن،
جيوَن اسان جو ائين

☆

O

ڏينهن ڏکن جيئن، هي به رات ڪٽجي ويندي،
سياڻي جيئ سُهائيءَ ۾، ياڙ تنهنجي پٽجي ويندي،

ڪال ڪوٺڙيءَ ۾، رهندي ڪاراڻ آخر ڪيسين،
موج منهنجي اوج ايندي، گهٽ ۽ ٻوسٽ گهُٽجي ويندي،

اِجهو اچي پهتو هان، پل ڪن آ باقي پنڌ
سائين وري سن ايندو، سنڌ ٻيهر ٻڪجي ويندي

ٽِڪي ٿمڪ او جلاد! گهٽُو نه سگهنديئن هاڻ
هي ڏنڊا ٻيڙي هٿ ڪڙي ڪَرَت جيئن ڪٽجي ويندي

لاهوري! هاڻ نه آهيون "ياڻ" قسم ساڻ پڪ ڄاڻ،
چئن ڏينهن جي چُسڪي جي، چوڌرائپ ڇٽجي ويندي

☆

O

ڳرندو هي گج وجي
ڇيهون ٽيندو ڇڄ وجي

ڪاريءَ جي ڀِٽَو ڪان
رکيو هو لڄ وجي

ٻانهن ڀڪوڙ ۾ ٽيو
هيج مان هُڄ وجي

اوچيو هليو تو وجي
ڄڻ ٽيو وِڄ وجي

نيڻ ڪٽي تو پوري
صفا ٽيو سُڄ وجي

ڇٽوس تہ روز توبن
راهہ ٽيو رُڄ وجي

هاءِ هاءِ هاڻي هي
سنڌ بہ ٽيندي ڀڄ وجي

☆

---

"ڀُڄ" ڀارت جي صوبي گجرات جو هڪ ضلعو آهي، جتي جنوري 2001 ۾ ڌرتي ڌٻڻ جي ڪري سوا لک ماڻهو مري ويا هئا.

○

کيڙي سو کائي، جا تي جائي،
هاءِ هؤ، خالي ڳارو پيهي تي،

ويهـ وڏو پٿي تي،
هاڻوڙي منهنجا سائين
اِها آهي منهنجي سنڌ
اها ائين جيئي تي ۽ جامِ محبت پٿي تي

هڪڙي ڪاري مٽي مس آ،
ٻي ڪماڙي ڪنڌ بيهي تي،

ويهـ وڏو پيهٿي تي
هاڻوڙي منهنجا سائين
اها آهي منهنجي سنڌ
اها ائين جيئن تي ۽ جامِ محبت بيٺي تي

ڌرتي ماتا جيو جيوَ
سِر سوين روز نئي تي،

ويهه وڻو پيئي تي
هائوڙي منهنجا سائين
اها آهي منهنجي سنڌ
اها ائين جيئي تي ۽ جامِ محبت پيئي تي

ها چنڊ ميهار کي چئجان
سهڻي اکيون پير تئي تي

ويهه وڻو پيئي تي
هائوڙي منهنجا سائين
اها آهي منهنجي سنڌ
اها ائين جيئي تي ۽ جامِ محبت پيئي تي

متان چيئن، ست ناهي سنڌ ۾
پت لئہ پڙاج بہ ڪڏي بيهي تي.

ويهه وڻو پيئي تي
هائوڙي منهنجا سائين
اِها آهي منهنجي سنڌ
اِها ائين جيئي تي ۽ جامِ محبت پيئي تي

☆

O

رات روئندي رهي،
سانت سڪندي رهي،
تنهنجو پڇندي رهي
تڙپ جي تاءُ ۾،
تات تپندي رهي
تنهنجو پڇندي رهي
تو ريءَ لوري اڳيان
لات لڇندي رهي
تنهنجو پڇندي رهي
ڏيڍ جي ڏيل ڪي،
ڏات ڏنيندي رهي
تنهنجو پڇندي رهي
تو پڇاڻا پوءِ پي
دونهي دُکندي رهي،
تنهنجو پڇندي رهي
ڏينهن توڙي رات
سنڌ سُڏڪندي رهي
تنهنجو پڇندي رهي

☆

O

دردِ دل تي ويا هن
بي دردي؞ وارا ماڻهو

امن ريلي تا ڪڍن
دهشتگردي؞ وارا ماڻهو

ڌرتي؞ ڌڻي ويا بڻي
غنڊا گردي؞ وارا ماڻهو

سنڌ گهيري ويا سموري
خاڪي وردي؞ وارا ماڻهو

پناهہ! هاڻ وري تا اچن
افغاني سردي؞ وارا ماڻهو

لوڻ ڦٽن تا ٻُرڪين
همدردي؞ وارا ماڻهو

ري سنڌ ڏيکارَ تہ مڃاڻ؞
نيازمندي؞ وارا ماڻهو

ڏسو ڏسو ڏاهر مهٽو ڏين
هيراٴ منڊي؞ وارا ماڻهو

پاڻي ڦڙي لئہ تا ڦٽڪن
ڪينجهر ڪنڊي؞ وارا ماڻهو

”هي وڻ پنج“ اڙي او
راولپنڊي؞ وارا ماڻهو

☆

O

جهلڪ سان تون پلڪ ۾، هن خلق کي ڪاري وجهندين
چلت اهڙي مَ چل، ماڻهو ملڪ جا ماري وجهندين

وار تنهنجا وار ڪندا، ڏڙ سسين ڪان ڏار ڪندا،
وار نہ اٿين وار پرين، ويندل کي واري وجهندين

پوشاڪ تنهنجي جو لڳي ڪنهن کي شاڪ ويندو
ناچاڪ تي چاڪ ويندو، جي دل ڪنهن جي ڏتاري وجهندين

دل سنگ جو سڙي انگ ويندو، لڳي جي تير تفنگ ويندو
ڏنگي اهڙو جي ڏنگ ويندو تہ ڏاڍيون دليون بہ ڏاري وجهندين

اک نہ رک اک ۾، ويندو اچي ڪو اک جي ڀڪ ۾
ڪک بہ سڙي رک ٿيندو، جي نفرت سان نهاري وجهندين

☆

○

توڻ
ڪنهن ناريءَ جي
لڄ لُٽي، مڇ وٽي
مڙس چوائين ٿو
تڏهن ماڻهو چون ٿا
واقعي مولا منهن ۾ حشمت ڏني آ،
پر جڏهن
منهنجيون اکيون
انتقام لاءِ،
رت ٿمائين ٿيون
۽
ڇهري تي رتاڻ رچي ٿي
تڏهن چون ٿا
”هون“
منهن تہ ڏس جهڙو
”مرون“

☆

O

جهڙي تنهنجي لولي آ،
تهڙي منهنجي لات ڪتي.

جهڙي تنهنجي ٻولي آ،
تهڙي منهنجي بات ڪتي.

جهڙي تنهنجي پريت آ،
تهڙي منهنجي تات ڪتي.

جهڙي تو ۾ خوبي آ،
تهڙي مون ۾ ذات ڪتي.

جهڙا تنهنجا سپنا آهن،
تهڙي منهنجي رات ڪتي.

جهڙي تنهنجي عظمت آ،
تهڙي منهنجي ذات ڪتي.

☆

O

موٽي آ تون موٽي، ڏيهي منهنجا ڏوتي،
مينهڙو تو اچي، توسان هينئڙو تو هِچي.

ڪڪر ڪنئي ڪر، هارين سنيايا هر،
هر هر تو ريءَ جانب، جيئڙو تو جهجي.

وري وريو واءُ، هر هنڌ تنهنجو هڳاءُ،
آءُ سِواءِ تو راڻل، روحڙو نہ رچي.

سيني سڄڻ ساريو، تو ڪيئن امين وساريو،
ساريو ساريو سانول، اوسيئڙو تو سڪي.

☆

○

پنهنجا ڇو ڌڪارين تو
ڌاريا سڏي ويهارين تو

آڱڻ پنهنجي اوپرن کي
هٿ وٺي تون آڻين تو

سون جهڙي ڌرتيءَ ۾
ميري اک نهارين تو

منهنجن منڙن مارن کي
ويهه وٺيون پيارين تو

پنهنجي انا خاطر پنهنجا
واڙن ۾ ڇو واڙين تو

سڪل نيڻ ڪنورن کي
ڇا جي ڪارڻ روئارين تو

ههڙا منڙا ماڻهون ڇڏي
ڪنهن جو جيءُ جيارين تو؟

☆

O

سجي سنڌ وات وائي آ،
منهنجو اوهي نہ واهي آ.

قافلو مون کان ويو وڇڙي،
ڪهڙي راهہ راهي آ.

سڄي ٻيٽاري ۾ آئون اڪيلو،
رڳو تنهائي، تنهائي آ.

تهذيب ڪٿي، تاريخ ڪٿي،
چو تباهي، تباهي آ.

جهوپا ڪٿي، جهانگي ڪٿي،
ڪٿي ڀٽ جو ڀٽائي آ؟.

☆

## اعلانِ جنگ آ

سامراجي سازشن خلاف
ڌارين ۽ دغا بازن خلاف
آمرن ۽ جابرن خلاف
منهنجو اعلانِ جنگ آ
منهنجو علانِ جنگ آ،

جيڪو لوڀ لالچ ۾ اچي
ڪُتن سان تو ناهہ ڪري
ڀاڙين کي تو ڀاءُ ڪري
۽ سون تي سَيڻ مٽي
لچون لُٽي تو
مُچون وٽي تو
اهڙي ڀڳدار ۽ غدار خلاف
وڏيري ۽ سردار خلاف
لٽيري پرمار خلاف
منهنجو اعلانِ جنگ آ
منهنجو اعلانِ جنگ آ

جي حقدارن جو حق مارين ٿا
پنهنجو جيءَ جيارين ٿا
۽ پوءِ تن جا هڏ ڏوکي ٻڌجي
بُلند آواز اُٿارين ٿا
اهڙن مڪار اڳواڻن خلاف
جاگيردارن ۽ سرمائيدارن خلاف
منهنجو اعلانِ جنگ آ،
منهنجو اعلانِ جنگ آ.

جيڪي مذهب جي آڙ وٺي
پنهنجا مقصد ماڻين ٿا
ٻي ڏوهي ڦاهي چاڙهين ٿا
۽ جهڳو ڪنهن جو اُجاڙين ٿا.
تن ڪوڙن دعويدارن خلاف
مذهب جي ٺيڪيدارن خلاف
منهنجو اعلانِ جنگ آ،
منهنجو اعلانِ جنگ آ.

منهنجو اوچو ڪَنڌ ڪپي ڇڏ
لوڻ ڦٽن تي ٻُرڪي ڇڏ
مگر آخري سُڏڪيءَ تائين
ڪچندو رهندس، لچندو رهندس
لڪندو رهندس، رڳو اهو ته
تنهنجي حاڪميت خلاف ۽ آمريت خلاف
منهنجو اعلانِ جنگ آ،
منهنجو اعلانِ جنگ آ.

☆

O

اي لوڪو، هي ڪهڙو
ڌرتيءَ ڌوڪو هو
ڪهڙو انداز انوکو هو
جو، چار اپريل چٽين وڳين
رات جي سانت ۾
معصوم "جيئي ڀٽو" چئي
چرڪي اُٿيا هئا.
اي جلادِ وقت
تنهنجا ڀاڳ ۽ بخت
۽ تنهنجا تاج ۽ تخت
انهيءَ ڪان اڳي جو تاراج
ٿي وڃن
تنهنجي ريت ۽ رعيت ۾
منهنجي ميت جي مَيت ڪڇي
ها انهيءَ ڪان اڳي
نيهن نگارو وڄي
تو جو نه سوچيو هو
جو نه لوچيو هو
هي جو چڙهي تو
سوليءَ ماٿهو
سو ٻاروچڻ جي ٻوليءَ ماٿهو
سنڌوءَ جي ڇوليءَ ماٿهو
ماءُ جي لوليءَ ماٿهو
۽ قلندر جي جهوليءَ
ماٿهو.

☆

O

اوهين پلي ڏور سهي
اسين پلي مجبور سهي
پر جڏهن اُتر واءُ وري
۽ سري بہ جي نہ سري
تہ تورو اسان کي بہ سارجو پرينءَ
ڪانگ اڏارجو پرينءَ
متان وسارجو پرينءَ.

اسان جي سڪ جي سُڏڪائي پرين
۽ اندر ڦتڪائي پرينءَ
تہ لوڪون پاڻ لڪائي پرينءَ
اسان پر منهن ڪري
تورو نهارجو پرينءَ
متان وسارجو پرينءَ

چيٽ چانڊوڪيءَ هيٺ
منڊ مانڊو ڪيءَ جا وچن
توکي جي ياد اچن
تہ پوءِ هيل تہ پارجو پرين
متان وسارجو پرين.

بزمِ غزل جا لفظ
لبن تي لڳي لڳي لساڻي پون
۽ قول اوهان جا جي ڪساڻي پون
تہ پوءِ هنجون اوهين بہ هارجو پرينءَ
متان وسارجو پرينءَ
تورو اسان کي بہ سارجو پرينءَ.

☆

○

سهڻي سنڌ لڳين ٿي،
آسري وند لڳين ٿي.

تون تان تہ سر بہ صدقي،
بيجل جي تند لڳين ٿي.

نينهن نگريءَ ۾ ڇڻ،
پيار جو پنڌ لڳين ٿي.

پيار پوڇڻ جهڙو تون،
مقدس هنڌ لڳين ٿي.

”جون“ جهڙي جيون ۾،
ملهاري، مند لڳين ٿي.

محفل يادِ ۾ ”امين“،
غزلِ جو بند لڳين ٿي،

☆

O

راڳي راڳ اهڙو ڳاءِ جو ماٺهو مڙي پون،
ماڻهو مِڙي پون، ڪي جيءَ جُڙي پون.

توري گهٽي ڳالهه تي، هر ڪو پيو ڀاڙو ٻولي،
ٻول اهڙا ٻڌاءِ جو ڳوڙها ڳڙي پون.

مون ڪي ساري ڀاڻ سينگاريو هوندو،
واڄو اهڙو وڄاءِ جو ڇيڙ ڇڙي پون.

دل جي اندر آ، دردن ڏيرو ڄمايو،
ديپڪ اهڙو ڏکاءِ، جو سور سڙي پون.

سنگيت ڪي ڪا جيت ڏياري ڏي ”امين“،
ٻيجل ٻڌجي ٻڌاءِ جو روح رڙي پون.

☆

○

هر هر ياد ايندو هوندس،
خيالن ۾ گڏ بيٺو هوندس.

من آنڊر جيَ سنڌو ۾،
ڇوليءَ بڻجي اُٿندو هوندس.

گڏ جيئڻ ۽ گڏ مرڻ جو،
وَاعدو ياد ايندو هوندس.

آڌيءَ ٽاڻي لوَڪ سُتي،
روح ۾ رچندو هوندس.

ڏار تين جي ويلي لاشڪ،
ڇرڪ نڪري ويندو هوندس.

☆

○

هي سنڌ ساري سڻي آ سڻي ميان
مهانُ منهنجي هي ڌرتيءَ آ،
ناڪامي نصيب تي تن کي
جن ميري اک آهي ڏٺي ميان،
مهانُ منهنجي هي ڌرتيءَ آ،
ڀاڙي ڀاڙيتو ڪيئن ڀڄي ويا
هتي هلي ناهي هڪ هٽي ميان
مهانُ منهنجي هي ڌرتيءَ آ،
ماءُ پٽ جيان هن سان
روز ازل کان آهي، مِٽي ميان،
مهانُ منهنجي هي ڌرتيءَ آ،
هر ويل ڀيل ٿي ڀيل
پر اڻ ڪُٽي ناهي ڪُٽي ميان
مهانُ منهنجي هي ڌرتيءَ آ،

☆

○

اوهان جي ناهيو پيارا
محفل مُرجهايل لڳي ٿي
جڻ دل جي دنيا گهايل لڳي ٿي
اوهان تہ سائين
آليجا آهيو
اوهان جو تہ ڪوئي
اگهہ ئي ناهي
اوهان بنا ڪا سگهہ ئي ناهي
اوهان جو تہ ڪوئي
جواب ئي ناهي

اوهان جي آمد تي
من اڱڻ جا گُل ٽڙي ٿا پون.
ماٺهو مِڙي ٿا پون.
ڪنڌ جهُڪي ٿا پون
ڦٽ ڇُٽي ٿا پون.
اوهان تہ سائين
سِر جا سائين لڳو ٿا
اوهان جي درشن جهڙو

ڪوئي ثواب ئي ناهي
اوهان جو تہ حضورا
ڪوئي جواب ئي ناهي

اوهان تہ محفل جا ڏيئا لڳو ٿا
ڏيئا تہ ڇا چنڊ جا ليئا لڳو ٿا.
اها جوت
جهٽڻ ٿا چاهيون
قدم قدم تي گل ڇٽڻ ٿا چاهيون
جيئڻ ٿا چاهيون
مرڻ ٿا چاهيون
اوهان جهڙو تہ ڪوئي
گل گلاب ناهي
اوهان جو تہ جاني
جواب ئي ناهي

اوهان کي ڪيئن اربجي سائين
سٽ ڪيئن سٽجي سائين
لفظ لاچار بڻيا آهن
ويچارا ويچار بڻيا آهن
بس اوهان جو جواب
اوهان ئي آهيو
اهو ڪوئي حجاب ناهي
اوهان جو قسم
اوهان جو ڪوئي
جواب ئي ناهي.

☆

○

منهن مون کان متي ويو آ،
چاهت جو گلو گهٽي ويو آ.

رقيبن سان ڪانڌي ٿي،
منهنجو لوڙه لٽي ويو آ،

محبتن جي گلستان کي،
ٻاڙان پاڻ پٽي ويو آ.

مرهم ٻڌجڻ تہ گهوريو پر،
ٿنيل ڦٽ بہ ڦٽي ويو آ.

مون لڙڪ ڏسي تو کلي،
جڻ وڏي جنگ کٽي ويو آ.

☆

○

ڪنڌ تي ڪاتيون، ڇا جي لاءِ؟
رتيون ڇاتيون ڇا جي لاءِ؟

پيار، ڪري پوءِ، او پيارا،
اکڙيون آتيون ڇا جي لاءِ؟

پنهنجا ئي ڪن پنهنجن سان،
ويساهه گهاتيون، ڇا جي لاءِ،

ڪچ تيٰ سچ چوڻ خاطر،
بند ۾ باتيون ڇا جي لاءِ.

همت وارن هٿڙن اڄ،
چوڙيون پاتيون، ڇا جي لاءِ.

آيا پڪي جي پر ڏيهي،
لونيون لاتيون ڇا جي لاءِ.

ساريون ڇالون يار ”امين“،
تو نہ ڇاتيون ڇا جي لاءِ.

☆

○

پلا
ڪڏهن
ايئن به ٿيو آهي
جو ڪنهن وانگي
پنهنجي ٻني ۽ وني
ڪنهن واڳهه ويري جي
ور چاڙهي هجي
پنهنجي غيرت لٽائي هجي
جي ان جو جواب آهي
”هائو“
ته پوءِ ڏٽيون به ٽٽين پيون هونديون.

☆

O

ڪڙڪ ڪاڙهي ۾
ڪانگن جي ڪروڙ وچان
ڪانُ ڪانُ جو هُل
فطرت کان شديد احتجاج
ڌرتيءَ کي دوزخ ٺاهڻ تي
پرهو
”هاري“
هٿ ۾ ڏانداري پڪڙيو
ککن مان
ڪٽڪ ڪڍڻ لاءِ پيو جتن ڪري
انسانن جي پيٽ پرڻ خاطر
فطرت کي سونهن ڏيڻ خاطر
پر
هن جو پيٽ پنيءَ لڳل
پوءِ به هو جيون جنگ ۾ رڌل آهي.

☆

○

هرڪو ماڻهو منڙو آ،
منڙو ماڪيءَ جهڙو آ
ماڻهو تہ منڙا منڙو آ،
هن کي منڙا مَ ڏکوءِ.
هي بہ آس رکي آيو آ
هي بہ ڪنهن جو سايو آ
هي بہ ڪنهن جو ٻچڙو آ،
هن کي منڙا مَ ڏکوءِ.
هن جو ديس بہ تو جهڙو
هن جو ويس بہ تو جهڙو
وير بہ ڪنهن سان کهڙو آ،
هن کي منڙا مَ ڏکوءِ.
ڏک ۾ تو لڙڪ وهائي
سک ۾ تو مرڪ سجائي .
ڏس! کهڙو نہ ڪومل مکڙو آ،
هن کي منڙا مَ ڏکوءِ.
هي تو ڪنهن لئہ جند جلائي
هي تو ڪنهن لئہ ڪنڌ ڪپائي
هيءَ تہ سوليءَ تي بہ سچڙو آ،
هن کي منڙا مَ ڏکوءِ.
هي جبل ڪان بہ جاڏو آ،
هي ڏونگر ڪان بہ ڏاڍو آ،
هي ڪونپل ڪان بہ ڪچڙو آ،
هن کي منڙا مَ ڏکوءِ.
هن کي منڙا مَ ڏکوءِ.

☆

○

پنهنجي پَرَ ۾ محل ٺٺائي
وري تا ڏاهيہ ن
ڏاهي وري تا ٺاهيون
اسين هر هاري آهيون.

جو پيٽ لڳي پُٺي ويو آ،
سُڪر هوندي بہ سُڪي ويو آ،
پوءِ بہ ڪنهڌا سنڌ آبياري آهيون
اسين هر هاري آهيون.

☆

O

تنهنجا ڳڻ تو ڳايان مان،
چار ئي پهر تو چاهيان مان.

رڻ پٽ ۾ جڻ اڪيلڙو،
توبن پاڻ، پيانيان مان.

مون ڪان نہ منهن متي وڃ،
تنهنجي در تو دانهيان مان.

روز ازل ڪان پنهنجو ناتو،
ڪنهن سان سينو سايان مان.

هڪڙي "امين" جهلڪ خاطر،
هر وٺ تو واجهايان مان.

☆

○

اوهان جي يادن جي گهيري مان
نڪرڻ ٿا چاهيون
اوهان کي وسارڻ ٿا چاهيون
پنهنجي ليکي
وقت گذارڻ ٿا چاهيون
جيئڻ ٿا چاهيون ۽
مرڻ ٿا چاهيون.
توهان جون اهي سڪٽيون يادون
سڪٽيون تاتون
سڪٽيون آسون
ڪوئي املهہ موتي تہ ناهن
جو خِريد ڪري وٺجي اوهان کي
اوهان کي سارڻ کان
لڙڪ لاڙڻ کان
دل ڏتارڻ کان
هاڻ منهن مٽڻ ٿا چاهيون
يادن جو لوڙهہ لٽڻ ٿا چاهيون
۽ اوهان کان گوءِ
کٽڻ ٿا چاهيون
پر ڪنهن جي ڪڍ لڳجي
ڪنهن جي لاري لڳجي
اوهان کي وسارڻ لاءِ
ڪنهن کي سارجي
سڀ ڪجهہ تہ وسري ويو آهي
رڳو اوهين تہ نٿا وسرو
"سائين"

☆

O

يادن جي ٿوٽ
ڌرتيءَ جون نظرون
اکين جي سڪڻ
ڪنورن ۾ ڪتل
ڏينهن لنگهائو ٿي ويا
اڃان ڪو ناهي
بادل برسيو

من اندر ۾ اُجڙي ويل
ويران ويڙهي مان
نہ مليو ڪو تنهنجو اتو نہ ڪو پتو
تنهائي جي سحرا ۾
توڙي جو
تنهنجي يادن جا اڻ ڪٽ سلسلا ۽
آئون

پر هي راهون چون ٿيون
آنهون چون ٿيون
ويل... وري آئي وري
تون بہ وري آ وري
مرڪن جي لڙڪن جيان
يادن جي ٿوٽ ڌرتيءَ تي
هاڻ تہ برسي پئو
هاڻ تہ برسي پئو.

☆

○

وريو آ واءُ
هر هنڌ هڳاءُ
تنهنجو تو اچي، آءُ ڙي آءُ.
مينهوڳي مُند آ
آتي جاني جند آ،
واٽون نهاريان، هنجون هاريان، سڪي تو ساهہ
آءُ ڙي آءُ،
جهانگيئڙو جهونگاري
ڇڏيئي ڇو وساري
منهنجا ميت، تون بہ گيت، ڳڌمون ڳاءُ،
آءُ ڙي آءُ،
وري آئي آ ويل
هڪ وار هلي آ هيل
منهنجو نينهن، چڪور جيئن، تو سان آ،
آءُ ڙي آءُ،
هي سڪين جا تولا
هاءِ منهنجا ڊولا
هر هنڌ ميلو، "امين" اڪيلو، توڪانسواءِ
آءِ ڙي آءِ

☆

○

اوهان تہ سونهن جي
مورچي ۾ محفوظ
اسان تي حملا اوهان جي نظرن جا
اوهان جي وارن جي وارو وار
اسان جي جذبن جو سرعام قتلام

اوهان جون مسلسل ڪاهون
اسان جون بيگناهہ آنهون ۽ دانهون
اوهان جي عدالت اڳيان اسان جي
جذبن جو سراپا احتجاج
نيٺ تہ رنگ لائيندو، اوهان سان سينو ساهيندو ۽ دليون گهائيندو
اوهان ايڏي مرڪ نہ مرڪو پيارا
اوهان جا بہ لڙڪ لڙي سگهن ٿا.

اسان جي پنل اکين تي
اوهان جا مذاقن پريا ٺهڪ
اسان جي لڙڪن لارن تي
اوهان جون مرڪون
اسان جي سڏڪن تي
اوهان جون ٺٺوليون
ٺڏهن تہ سڪنديون
ٺڏهن تہ لڇنديون
اسان جي اُنهن ادائن لاءِ
جڏهن اسان، اسان نہ رهنداسين
اوهان اسان جي چاهت جو
ايڏو بہ مذاق نہ اڏايو پيارا
اوهان جا بہ ڳوڙها ڳڙي سگهن ٿا
اوهان جا بہ لڙڪ لڙي سگهن ٿا.

☆

○

اوٺي منهنجي ڳوٺين ڏي، ڪٺي وچ نياپو،
اوٺي منهنجي ڏوٽين ڏي، نيئي وچ نياپو،
الا ڏکي جو ڏوراپو،

مارن ريءَ ماڙين ۾،
ناهي جيءَ جياپو،
الا ڏکي جو ڏوراپو،

پنهوارن پڙي نہ سري
مون آ پيچ پاتو،
الا ڏکي جو ڏوراپو

جن لئہ روئان رڙهان
تن چو نہ سڃاتو،
الا ڏکي جو ڏوراپو

مَارو مون کي ملندا
پڪ آ، من آ تو،
الا ڏکي جو ڏوراپو.

☆

○

جنهن وات تان
وٽان مون ويٺن
اُنهي وات وٽ
اڄان تنها بيٺو آهيان
ڇو؟
سڄي بيٺاريءَ ۾
آئون هڪڙو ئي
اڄان ان آسري
جو وڇڻ ويل
ڳرانڙي پائي
تو چيو هو
دلبرا دل نہ هٽجانءِ
موٽي ايندس
"مان"

☆

○

هرَ ڪو جيون گهاري ٿو
هر ڪو پيٽ پاري ٿو
ڪو شينهن تي شڪار ڪري
ڪو گدڙ تي گذاري ٿو
ڪو سوليءَ تي بہ سچ چئي
سينڌ سنڌ سنواري ٿو.

☆

جهڙي تنهنجي مون ادا وٺي آ،
تهڙي آئي رت سانوڻي آ،
اڃان ڪيئن مان توڏي پير پري
بڻي سنڌ فوجي ڇانوڻي آ،

☆

○

مند ماندوڪي نٿي وسري
چيٽ چانڊوڪي نٿي وسري
جا ڳجهي مون تو ڳالھہ سڻائي
سا ڳالھہ راتوڪي نٿي وسري

☆

توبن ڪين رهي سگهبو
سور اهو نہ سهي سگهبو
تنهنجي تہ ڏنل پيار جو
تحفو نہ ڪنهن کي ڏئي سگهبو.

☆

جيءَ نہ جهوريوڙي جاني، جيءَ جيارا تيندا آهن
پيار ڪرڻ لئہ او پيارا، ماڻهو آن پارا تيندا آهن
پاڙا چيو تہ ڇڏايو ڙي پيارڙؤ
پاڙا نبين کي بہ پيارا تيندا آهن.

☆

○

منهن مٿي ويا آهن، محب مٺا ماڻهو
ڪٿان آڻجن اهڙا، سڪيلڌا ماڻهو

ڪالهہ تہ پل پري، ڪين سري ٿي جن تي
ڪنهن جي ڪنين ويا لڳي، جو ٿيا جدا ماڻهو

شايد تڏهن ويا هن، ڀيرو يار ڀجي
جو نڪتاسين اسان، سنوان سڌا ماڻهو

امين سان ڪيء، واعدا جن وفا جا
قول ڪچا سي ٿيا، ٻول ٻڌا ماڻهو.

☆

○

لوڪ ستي جو
آذيءَ ذاري
منهنجي مٽي خاني ۾
لفظ لڙي ايئن آيا هئا
جيئن اکين تنهنجن مان
ڳوڙها ڳڙهي آيا هئا

۽ پوءِ
لفظن جي هڪ مالها جوڙي
ڪوَتا کي مون
ايئن پارائي هئي
جيئن تو ويندي ويل
اسان کي پنهنجون
ٻانهون هار ٻڌائي
پارايون.

☆

○

■ اهو آواز جيڪو الست بربيڪم جي اونهاين مان اُڀري قالو بليٰ جي قول کان تيندي روحن جي پاتال ۾ لهي ويجي ٿو. اهو آواز جنهن جي پاڪ ڪتاب جي ڏور دوران صبح ويلا جي رنگن ۾ ستين آسمانن تي آجيان ٿئي ٿي، اُهو آواز جيڪو حضرت بلال جي زبان جي تنوار بنا سج کي اُڀرڻ کان روڪي ٿو ڇڏي. جڏهن آڪاش جي پولارن مان پنڌ پڇائي سماعتن اڳيان ڪا بيجل هاڻي سانجهه وڃائي ٿو ڇڏي تڏهن نه ڄاڻ ڪيترائي ڌرتيءَ جا ڏياچ سِر تريءَ رکي ڇڏين ٿا ڇڏين.

مَتي اُتي منهنجي، جي هئا سِرن سئو هزار
ته تنهنجي تند تنوار، هر هر وڍيم هيڪرو

اسان جا هي آواز جيڪي ڪنهن به پورب جي پار جا پنڌ تتا پُڇن. ساڪي رڳو انهي ڳالهه جا سدا رهيا آهن ته ٻن چوڙين جي وٿين مان نڪتل آواز جي ڇمڪي کان وٺي سُٺي جي درياءَ جي ڇولين مان اُٿي پيل آواز تائين ليهور جي گهٽين ۾ رلي ويل ليلا جي لُڇ کان وٺي، تر جي واريءَ تي وٺي جي ڀرين وڏ ڦڙي جي آواز تائين، هڪوار جڏهن به ڪا تنوار جاڳي اُٿي آ ته، سنڌ جي ماڻهن، ان سنگيت تي نيڻن جا بند ٽوڙي ڇڏيا آهن جنهن لاءِ اڳي ئي ڪنهن چئي ڇڏيو هو ته

ڄڻ ڪوئي آواز اُڀري ٿو مٿي
سُر ڪانسواءِ ساز، وڃي وڃندو ڪيترو.

راڳي رات جاڳي گذاري يا پڪار جي پڙري پٽ تي آلاپ آڳي ٻڌجي آڳ ڏين، سُرن جو واڳي ٻاگهيءَ جا ويهي ڳڻ ڳائي يا ڪو راڳي جهونا ڳڙهه جي جوڳيءَ جهڙو ٻڌجي ڪا جوڳ پڇائي ڏيڪاري اهي سمورا سر، اهي سمورا ڳر ڪنهن گيت جي انداز ۾ آواز جي اوڀائي اوڍيندا رهيا آهن.

ڇئو جيسين چنڊ آڪاس چمي
۽ ڌرتيءَ کي وشواس چمي
تيسين تائين ساڻ رهي
مون کي تون جاڳائيندين
۽ منهنجي ننڊ ڦٽائيندين
ڇئو جيسين جهونا ڳڙهه جلي
تون جوڳي مون ۾ ڳائيندين
۽ منهنجو ساٿ نڀائيندين.

○

▪ ڳالهہ جيڪڏهن اها آهي تہ "ڪونهي اُت ڪوهيار، جت پوري تو پانئيو" تہ پوءِ "ڳولهيان ڳولهيان مَ لهان شال مَ ملي هوت" وارو فيصلو ڪهڙي آڌار تي تو تئي. "پنڌ مَ ڪر پهاڙ جا وجود ٿي وٺڪار" جي دعويٰ هڪڙي پاسي آ تہ پوءِ "اُتي رائو ريل وينلن تان واريءَ وري" جي تلقين ڪهڙي بنياد تي- "ڪاتيءَ هينيان ڪنڌ پوءِ بہ نعرا نينهن جا" تہ پوءِ "هو چوٽئي تون مَ چئو" جي جهل بہ ڇا جي ڪري؟

هي سڀ اهڙا تصور آهن جن جي پسمنظرن جون ڊاراٿون اُنهيءَ وهڪري ۾ پڄاڻيءَ ڪن ٿيون جتي اعتراضن جي رَتي برابر بہ ڪا پتي نٿي بچي پر پوءِ بہ سمورن بحثن تان هٽ ڪٽي سامي جي بہ اها دعويٰ قبولئي پوندي تہ:

جل ۾ ڦوٽو جيئن، لهرن لڳندي اڏ ٿئي،
تون پڻ آهين تيئن، دنيا ۾ ڪو ڏينهڙو.

زندگين جا صبح اپرندا وڃن ۽ لهندا وڃن، فطرت جو اِهو لڪاءُ اُن ماهہ لڪاءُ کان گهٽ قطعي نہ چئبو جنهن جي اکين ۾ جندگانيون دم ٻوڙي هليون ويندييون آهن. هي ڪِن پل جو کيل آ دوستو نہ ڄاڻ باقي ڏينهن گهٽا.

فاني ڙي فاني، دنيا دم نہ هيڪڙو،
لتي لوڙهہ لتن سين، جوڙيندءُ جاني
ڪوڏرءِ ڪاني، آهي سر سڀ ڪنهين

اسين ڪيترو بہ آسمان جي بلندين کي پهچي وڃون ڏاپ ۽ ڏبڏبي ۽ ڌن ۽ دولت جي بنياد تي ڪيترائي انسان پنهنجي تابع بڻائي ڇڏيون پر فارسي جو اُهو شعر بڻجي نٿا سگهون تہ

بياڪ قاعده، آسمان بگردا نيمہ
قضا بہ گردش، طل گران بگردانيم

"اڄ تہ آسمان جي قانون کي ايئن بدلايون ۽ قضا جي دستور کي ايئن ڦيرايون جيئن هڪ پريل جامہ جو پيالو محفل ۾ ڦيرايو ويندو آ"

اهو نہ وسارجو تہ إنسانن کي بہ پنهنجي تابع بڻائڻ وارا اسين انسان بہ اُنهيءَ هستي جي تابع آهيون جيڪا هستي نظام هستي آ. ست سمنڊن ۾ لڪيل ڪک پن کان وٺي، پهاڙن ۾ پلجندڙ جيوت جيڪڏهن واليءَ جي وڏائي تي ڪامل يقين جو احساس ڏياري ٿي تہ پوءِ هي اسان انسانن وٽ پڪ، شڪ، شايد، ممڪن يا ناممڪن جي ماپن ۽ وزن ڪرڻ جا تصور ڇو؟

ڇا ايئن ٿي نٿو سگهي تہ شڪ جي منهن تي منڊيئڙو ڏيئي اِها پڪ ڪري ايمان آڻي ڇڏجي تہ

جيڪي منجهہ جهان، سا تاري تڳي تنهنجي.

∎

○

▪ توڙي جو وقت جون ستمگر خزائون خوشين جا ڪک هاڻ ميڙي چُڪيون آهن ۽ مسرت پريون ملاقاتون پوڳنائن وچ ۾ بيهي ويون آهن، پرپوءِ به پاڻ سيني جون خواهشون پوڙهيون ٿي ناهن سگهيون "خواهشين اتني ڪه هر خواهش پر دم نڪلي" واري آسري پاڻ سيني جي جياپي ۾ توڙي جو هڪ ٿاهه وجهي ڇڏيو آ پر من مجي انهيءَ ڪري به نٿو جو هي جيءَ چوي ٿو. جئبو، جئبو هڪ ذرتيءَ خاطر ۽ هڪ اُن سرتيءَ خاطر جنهن سان روح رچنديون رهيون آهن سالن پڄاڻا انهي ديوانگي تي ته:

تيري هونٽون کے پهولون کي چاهت مين هم
دار کي خشک ٿهني په وارے گئے
تيرے هاتهون کي شمع کي حسرت مين هم
نيم تاريک راهون مين ماري گئے

ماتر يومي رڳو انهيءَ گواهي جي محتاج ناهي هوندي ته ڪوئي تاجي پيٽي وارث هجڻ جي دعويٰ ڪري وجهي پر اُها گواهي لوهه قلم ڪان به وڌيڪ سگهاري چئي سگهجي ٿي جنهن جي پڪ صرف اِنهي آڌار پڙ ڪڍي بيهي رهي ته

نڪا ڪن فيڪون هئي، نڪا مورت ماهه،
نڪا سُڌ ثواب جي، نڪو غرض گناه
هيڪڙائي هيڪ هئي وحدانيت واهه
لکيائين لطيف چئي، اَت ڳجهاندر ڳاهه،
اکيون ۽ ارواح، اُها سانجهه سپرين.

سنڌ جي اُها ذرتي ڪيڏي نه مقدس چئبي جنهن لاءِ پنهي جهانن جي سائين چيو هو ته مون کي ته اُن مان جنت الفردوس جي خوشبو ٿي اچي. الله وارن جي هن ذرتي طرف پاڻ مرادو کچي ويندڙ هن نيڻن جي هير رڳو وطنِ سنڌ سان محبت جي ساکي ناهي پر هِي ڪنڌيون هي مهراڻ جون اِنهي پيار جو به پنڌ پُڇن ٿيون، جتي پليا پل جي منزل ڪٽي ٿي ۽ ڪائي بي اختيار زبان چوي ٿي ته:

"هو نظرين ۾ يقين رکن ٿا، اسين ذرتي ۾ ايمان رکون ٿا. نظريا قابلِ تبديل آهن پر ذرتي ناقابلِ تبديل آهي. هو انڪارِ وطن آهن، اسين اقرار وطن آهيون هو ابنِ نظريات آهن ۽ اسين فرزندانِ زمين آهيون" ▪

O

▪ نہ دڪانن تي ٻانڊڻا رهيا، نہ وري ڪنيارن وٽ تباڪون اُهي شِوَ ميڙي جا ٻوايا، اُهي ڏِڳي ڳاڏين تي سينگاريل ڇڇن جون قطارون ۽ شادي جي ٻَڌل ڏينهن جيترين ڳچيءَ ڳاتل سوٽليءَ جون ڳنڍيون خبر ناهي ويون ڪيڏانهن؟ هاڻ نہ ڀيهن تي ڀيا جون ڀچارون ۽ آن ڪري تي رات سناٽي ۾ بانسريءَ جا سُر بہ نٽا آلاپجن، تيلي ٻارڻ جا اشارا بہ رات ڪي ڏٽي ڪي ڏينهن ٿيا، وقت بہ ڦيرو ڪائي ويو ۽ حاڪماڻا حڪم بہ نڌاڪتون وڃائي ويٺا. لڳي ٿو گرهوڙي واري ڳالھہ بہ سچي ٿيڻ لڳي تہ:

راجا راڪاس ٿيندا، مند نہ وسندا مينهن
ڪڏهن ڪڏهن شينهن، ڪندا سلام سهن کي

هاڻ تہ ”نظريہ ضرورت“ جي نالي ۾ اسان جون واڳون بہ ويرين جي ور چڙهي چڪيون.

میرے ھاتھوں کے تراشے ھوئے پتھر کے صنم
آج بُت خانوں میں، بگھوان بنے بیٹھے ھیں.

نہ لاکي چاڃي پکي پراڻ تي نہ وري ڦلاٽي جو ڪو سنڌ ڦيرو، نہ اجرڪ ڦلڙيون پيون ڪنهن پرڙ تي ۽ نہ ٺي روپلي جي ڪپهن راڄ ۾ جنتا جاڳي وري. چانديءَ مڙهيل تعويزن تان ويساھہ بہ ڪچي ويا ۽ ماٿهو بہ چنڊ ٽپي ويا. لوھہ تي ليڪا ڏيڻ واريون زبانون بہ هاڻ زبان نٽيون ڪن ۽ نہ وري ڌرتي تي ڌپي هيڏين چاتين وارا مڙس منير ڏسي.

وہ سجدہ، جس سے روح زمیں کانپ جاتي تھي
آج اُسي کو ترستے ھیں منور و محراب.

پر رڳو ايئن بہ ناهي تہ اوڪا پنڊ پهاڙجا پر اهو بہ آهي تہ اڃان رُڃ مان رڙ اچي تي متان سمجهين مٺا مور سارا رڳو اهو بہ ناهي تہ هاڻ ڪينجهر ڪنڌيءَ ڪوئي نماچي ڪونہ ايندو پر اِهو بہ آهي تہ پلي آس اڃان نہ ٿوهرن ڏس پٺائي وڃون ٿيون ورن“ ۽ رڳو اهو بہ ناهي تہ ترن ۾ تيل هاڻ باقي ناهي رهيو پر اهو بہ آهي تہ سنڌ ڳدڙن بہ ناهي کاڌي.

▪

○

▪ هي ڪامل هستي جو اهو ڪمال آهي جو هن جي واڪاڻ هن ڪي ٿي جڳائي تي، هي اُها هستي آهي جنهن کي راضي ڪرڻ لاءِ دنيا ۾ ڪو ديوانو بڻيل آ تہ ڪو الستي ۽ مستي ۾ پاڻ مگن آ، ڪو چوي سر جُهڪي ٿو محرابن ۾ تہ ڪو چوي ٿو "ڪيري بڻي ساڏي عزت نہ گهٽي سانو نچڪي يار مناوڻ ڏي، ڪو چوي ٿو تہ ڪونهي اُت ڪوهيار جت پوري تو پانيو تہ ڪو چوي ٿو تہ جيڪي منجهہ جهان سا تاري تڳي تنهنجي" ڪو چوي ٿو تہ "پنڊ مرَ ڪر پهاڙ جا وجود ٿي وڻڪار" تہ ڪو چوي تہ "انا عبد معبود تون اُت نڪو شرڪ نہ شڪ" ڪو چوي پاڻهي ايندو هوت تہ بہ آئون ڪجهہ اڳيري تيان" تہ ڪو چوي "پٺي ڪٺان پساهہ، پسڻ ڪارڻ پرينءَ جي."

پر سوال اِهو آهي ساٿيو، تہ هي پرين ڪيئن پرچي جنهن هي سڄو جهان جوڙي ڇڏيو آ اسان سڀني لاءِ هن جو راضپو هن سٽ ۾ ڳولهيون تہ "اهو ڪو بيو فهم جنهن سان پسجي پرينءَ کي" يا پرچائڻ جي پرچار هيئن ڪجي تہ"تون صاحبزادو سُپرين آئون نسورو نوڪر".

هي عقل جون اوچايون، هي محبوب اکين جي سمنڊ جيڏيون اونهايون، هي مڙس جي ڇاتين جيڏيون ارادن جون مضبوطيون ۽ هي آڪاش جي پولارن جيڏيون اڻ منزليون اسان جون سوچون، ڪير ڄاڻي تہ انهي رمز جو راز ڇاهي، ڪوئي چوي نہ چوي پر پنهنجي اندر جو هي ايمان چوي ٿو تہ ڪوئي تہ آهي نظامِ هستي جو هي حيرت انگيز لڪاءُ ابتدا کان بہ اڳي ۽ انتها کان بہ پوءِ هن جيَ منشا جي تابع هو ۽ تابع رهندو.

دنيا جو ڪو بہ ڪتاب، دنيا جو ڪو بہ مذهب ۽ دنيا جو ڪو بہ نظريو اُنهي ڳالهہ کان انڪاري ٿي نہ سگهندو تہ سڀ کان افضل ۽ سڀ کان عظيم هڪ عظيم ترين طاقت ٿي تہ آهي جنهن جيَ تابع هن ڪائنات جو وهنوار پنهنجا فرائض سر انجام ڏيندو اچي اِهو دنيا وارن تي منحصر آهي تہ ڪو ڀڳوان چوي، ڪو God چوي يا ڪو خدا چوي پر انهيءَ ڳالهہ کان انڪار ڪري نہ سگهندؤ تہ هن ڪل ڪائنات جو هڪڙو ئي خالق آهي جيڪو اشرف المخلوقات کان وٺي پٿرن ۾ پساهہ کڻندڙ جيوت کي بہ پالي ٿو.

سوال اھو آھي تہ پوءِ ھي ننڍ وڏايون، ھي اُتم گيريون ۽ ذات پات جي ويڇن جا تصور آخر ڇو؟ "لکم دين کم وليہ دين" جھڙو عظيم ترين فرمان بہ اسان وٽ موجود تہ پوي ڪنھِن ٻئي تي فوقيت جو تصور ڇو؟ "صبر جن جو سير تير نہ کُسي تن جو" وارو نياپو بہ اسان جي حصي ۾ تہ پوءِ دنيا، ڌرمي، دين جا ماپا، جھل پل ۽ رُڪاوٽون ڇو؟ ھي تہ ميران ٻائي جو اُھو وھنوار تو لڳي پارو تہ،

سب کي پوجا ايک سي
سب کي اپني اپني ريت
مسجد جائي مولوي
کوئل گائي گيت.

■

○

▪ ڌرتي چون تاريخون کي ڪيلينڊر جون تاريخون ناهن جو سالن پڄاڻان به هڪجهڙيون لڳن، هي ته اُهي تاريخون آهن جنهن تي تهذيبون پروان چڙهن ٿيون، جنهن تي هڪڙا دور جنم وٺن ٿا ته ٻين جي پڄاڻي ٿئي ٿي ۽ ڌرتيءَ جون تاريخون ڪي شهرِ جانان جون تاريخون ناهن جيڪي واري مٿ واعدن جيان آڱرين جي وِٿين مان سِرڪي وڃن ۽ ڌرتيءَ جون ڪهاڻيون ڪنهن سون پريءَ جو پڇارون به ناهن جو شهزادن جي چپن تي چنڊ لهي اچن. هي ته اهي تاريخون آهن جنهن تي تاريخ جا ڏاها لڪندا آهن ۽ پڇندا آهن ته پير پنهنجا چمن، ڪنهن ڏينهن جي ڪا منزل ته تون ڪٿي هوندين؟ هاءِ منهنجا من، پيارا جي گهريو دل، ته تون ڪٿي هوندين! لهي اُيري اڄ به تو ۽ وقت اڄ به چوي آئون بادشاهه پر تقاضا اِها آهي ته ڌرتي تي گذرندڙ وقت ۽ ڌرتي سان پاڻ ڪيتريون محبتون ونڊيون؟ ڌرتي سان ته پاڻ ڪيتريون محبتون ونڊيون اهو پاڻ به ڄاڻون ٿا ۽ ڌرتي به ڄاڻي ٿي پر سوال اِهو آهي ته انهي محبت جي پرک ڪهڙي ڪسوٽيءَ تي ٿئي، اهو چئون ته

اسان بن ۾ جيڪي به راتيون لتايون
پرهه مک تي جهومڪ جيان سي سجايون
نه پاتي اسان ڪا به مالهانه پاتي
چنبيليون وليون هر اڱڻ تي اُڳايون
اِها ماٺ مڪلي تون چئي ڏي
اَسان تو ۾ ڪيڏيون ڪهاڻيون لڪايون

پنجابين جو هڪڙو پهاڪو آهي ته، ”منڊي مرڳين ڪمايان ڪرڪي تي بانو تتّا ڊي بُلي نه بٺي“ يا فقير صاحب ڏني واري ڳالهه ته ويک بخت گهڙي دا ساڏي عمر ڳئي اجائي.

هن خطي جي 56 سالن جي تاريخ ڪجهه ايئن ئي چوي ٿي پر پار ڪري پهاڪي ”ڪلهائي نا ڪايا تڙڪا نکي ڄانيان“ جي منتق جي گهرائي ۾ لهڻ جي ڪوشش ٿا ڪريون ته نظامِ وهنوار وائکو هيئن تو ٿئي ته 56 سالن کان جنهن جي هٿ ۾ ڪوڏر ۽ ڪهاڙي رهي آ، تنهن هر هاري جي

نسل جو هٽ اڄ بہ اُنهن ٿي ڳڻن ۾ آ. ساڳيا ٿي لاٿون ساڳيا ئي چڳ واروهي لڪاءُ اڄ بہ پنهنجي پر ۾ هڪ سوال ڏاري ٿو اِهو چئي تہ،

ڪماڙي ڏجي ڪمڙو ڏوهہ اياز
ڪبي ڳڻ ڪالهہ ويو، اسان جا هي ڪنڌ.

متيبد جي انهي عالم هيٺ پيدا ٿيندڙ مايوسيءَ تي وقت جا قاضي راءِ ڪيئن جوڙيندا جڏهن وطن سان لاتعلقيءَ جو اظهار ڪندي اسان جو نئون نسل چوندو تہ ”ثرياسين دامنِ سحرا ۾ خوشبوُ ٿي اجائي وئي“ پر جڏهن تاريخ جي ورقن تي اک ٿي پوي تہ لڳي ٿو تہ اڙانگي منزل جو هي وقت مسافر اُنهن انسانن جو وار بہ وِنگو ڪري ناهي سگهيو جن وقت جي وک ۾ وِک ملائي تڪجي پوڻ بجاءِ ميدانِ وقت ۾ ويڙهاند ڪئي.

هي ڏکهي اٿانگي منزل آ، جت ڪيئن واقعا ٿيندا آهن
ڪي تڪبا آهن، ڪي ڏڄندا آهن، ڪي هنيلا ٿي هلندا آهن
ڪي ڦاسن ٿا، ڪي ڦٽڪن ٿا، ڪي سوچي پار پوندا آهن
ڪي هٽ وڏائي مڪر ۾، راند هارائي ويندا آهن
سچ جي جيپ ڪيپل ڏسي، تاريخ جا ڏاها لکندا آهن
ڪي تڪبا آهن، ڪي ڏڄندا آهن، ڪي هينلا ٿي هلندا آهن.

■

○

■ تقاضا اِها ناهي تہ سِر ڪير ڏيندو پر گهرج صرف اِها آهي تہ سچائي جي سنڌوءَ تي اسان جا ارادا ۽ آدرش آخر ڪيترو تار تري سگهيا آهن، جنهن تي ڪامل يقين ۽ وطن سان محبت اها پڪ ڏياري سگهي تہ "مون مارؤسين لڏيون، لوئيءَ م لائون."

ڌرتيون جيڪي سدائين مائهن سان سونهنديون آهن. تون ڏاتي ڏث ڏئي، ڊولا تنهنجو ڏث چونديون رڳو اِنهي ڪريَ بہ آهن جو سواءِ پاڻ مائهن جي سهاري ڌرتين پاڻ کي سدائين ٻي سهارو پئي سمجهيو آ.

ڌرتيءَ جا وارث تہ اسين تاجي پيٽي آهيو ساتيو پر اسان جي هائوڪي ڌرتي جنهن تي پاڻ پنهنجي الڳ وطن جا ليڪا ڪڍي چڏيا آهن. تقاضا اِها بہ ڪري ٿي تہ 56 سال جي هن پند ۾ پاڻ کي ڪيترا ڀيرا نيٽين ننڊ آئي ۽ ڪيترا ڀيرا احساس اِهو جاڳيو تہ "اديون ڙي اڄاڻ، مون سنگ سچائي نہ ڪيو"

ڳالهہ اِها آهي تہ هڪڙي پاسي "قيد الماءِ تيوم آئون هت اڙانگي گهاريان" وارو نصيب پيو روئي تہ ٻئي پاسي لڪئي جا ليڪ ايئن پيا چون تہ"قسمت قيد ڪياس نات ڪير اچي هن ڪوٽ ۾"

مايوسيءَ جي عالم ۾ ڀُڌتر جون ڪيفيتون هائي لڳي تو تہ متان ائين چئي وجهن تہ "هي هند پيٽيون هاڻ، ساڙيان سپ ڏيهن ري" پر اِها وڏي ڳالهہ چئبي جو سموريون گهرجون ديش رکيا خاطر قربان ڪري ڪو چئي ڏي تہ "ميائي جياس تہ بہ وجي مڙهہ ملير ڏي"

وطن سان محبت جو اظهار جو پند رڳو اتي نتو کُٽي، جتي اسان جا شاندار ماضي شهادت منزل جا يادگار جوڙين تا پر وطن سان محبت جو اظهار اهڙي سچائي تي بہ پرکي سگهجي تو، جنهن لاءِ جذبا اهو چئي ڏين تہ

جي لوڻ لڳين لائين، چيري چيري چم
مون ڪُر اڳي نہ ڪيو، اهڙو ڪو جهوڪم
جان جان دعوىٰ دم، تان تان پرتَ پنوهارسين.

■

○

▪ بادشاهيون، ياگ، تاج ،تخت، سرداريون، راڄواڙا، ڏاپ ڏيڏيا، پيار، محبتون ۽ سونهن تي سِرن جي صدقي جوهي جهان اڄ نہ پر هزارين سالِ اڳ بہ آباد هو.

ساڳيو ئي سج، زمين، آسمان، ڪهڪشان، سمنڊ پهاڙ، درياءَ ۽ اڄوڪي موسمن جا رنگ روپ اڳ بہ پنهنجي آب ۽ تاب سان تي جرڪيا پر پوءِ بہ پاڻ کي اعتراض اهو ڪڏهن بہ نہ ٿيو تہ هزارين سال پهرئين واري جهان ۾ چو نہ ڄاواسين ۽ نہ اِها شڪايت ڪئي سين تہ:

کب ٹھرے گا درد دل، کب رات بسر هوگي
سُنتے تهے وه آئين گے، سُنتے تهے سحر هوگي
کب مهکے گي فصل گل، کب بهکے کا ميخانہ
کب صبح سخن هوگي، کب شامِ نظر هوگي.

جهان اڄ بہ ساڳيو آ تہ پوءِ اڄ اعتراض اهو چو آ تہ هڪ نہ هڪ ڏينهن پاڻ سيني کي اڳ جهڙي ئي اڄوڪي جهان تان هٿ ڌوئڻو پوندو.

اسان جو اُهو نسل جيڪو اڄان ڄائو ئي ناهي هن دنيا ۾ جيڪڏهن اچڻ لاءِ پنهنجي واري جو منتظر آهي تہ پوءِ الله جي جوڙيل ٻئي جهان ۾ پيش ٿيڻ لاءِ اسان کان موت جي واري جو انتظار چو نٿو ٿئي.

پڪ آهي تہ سج اُڀارڻ وارو سيائي وري سج اُڀاريندو ۽ پڪ آهي تہ ننڊ ۾ مئي مثل ماڻهو کي جاڳائڻ وارو جاڳائيندو تہ پوءِ انهي حقيقت تي شڪ ڪهڙو آهي تہ موت جي ننڊِ سمهندڙ اکيون ڪائنات جوڙيندڙ جو ٻيو جهان بہ ڏسنديون.

ياد رکو، فطرتون ڪڏهن بہ حقيقت جو ثبوت آڻي ڏيڻ جو شرط ناهن رکنديون. فطرت جو هي اُهو وهنوار آهي جنهن ۾ صرف ۽ صرف ڄمندڙ زندگين جا پيرا موت جي دڳ تي پڄائي ڪندا آهن سوالؔ هتي اهو آهي تہ چار ڏينهن جي هن زندگين جي دعويٰ رڳو اها بہ نہ هئڻ گهرجي تہ، ”توجو سائيہ پاڻيو، سو مانجهائيندي جو ماڳ“ پر موت جو انتظار ڪرڻ وارين زندگين کان پڄاڻو ٿيڻ هيئن بہ گهرجي تہ :

سُڪا سُنڌ ڪچن ۾، ڪَرڪٽا پيرين
تمندي نيٺين، آ نيڪي ڪاهوڙي ڳڏيا؟

▪

○

▪ سوين يا هزارين سال اڳ واري دور کي انڌير نگري چرپٽ راجا وارو دور سڏيندي راءِ جوڙيندا آهيون تہ اُهو جهالت جو دور هو، نہ قانون هو، نہ قاعدو هو، نہ اصول هو، نہ انصاف هو بس راجا هو ۽ رعت هئي سا بہ ڪڏهن هڪڙي تہ ڪڏهن ٻئي راجا جي ڏاڍ مڙسي جو ڪاچ ٻڻجي ويندي هئي، معصوم ٻار جوان، ادائون ڏسي نجومين جي چوڻ تي جنگين جي ميدانن ۾ انساني سِرن جي نمائش لڳي ويندي هئي پر اڄ جو دور جنهن کي ڀاڻ جديد ترين، قاعدي، قانون، عدل ۽ انصاف جو دور سڏيون ٿا سوال اِهو پُڇي ٿو تہ ڇا هاڻ ڪنهن بہ هيٺي راجا جي رعت، ڪنهن ڏاڍي راجا جي ڏاڍ مڙسيءَ جو ڪاچ نٿي ٻڻجي؟ ڇا ڄڱين جي منڊيءَ ۾ انساني سرن جي نمائش لڳڻ بند ٿي ويئي آ؟ قانون ۽ قاعدن جي پاسداري ٿيندي ڪٿي بہ عدل ۽ انصاف جون ڏچون نٿيون اُڏن؟

هي اهڙا سوال آهن، جنهن جي سڄائپ پويان سواليہ نشان لڳائڻ جي ڪا بہ ضرورت هاڻ باقي ناهي رهي. هزارين ڪروڙين سالن کان پنڌ ڪندڙ وقت جو متلاشي واحد گواهہ اڄوڪو هي سڄ مسافر جيڪو اڻ ڳڻيا وقت جا ڪاتا ڪيچي چڪو آهي، رڳو ڪالهہ واري دور تي ڪل نٿو ڪلي پر ياد رکو هي مسافر اسان جي ايندڙ نسل اڳيان بہ گواهي ڏيندو تہ ٻہ هزار ٽي جي ماڻهن بہ مذهب، ٻولي، نسل ۽ زمين جي تڪرار تي سرحدي ليڪا ڪڍي انسانن جا اجها اُجاڙيا هئا ۽ هزارين بيگناهہ معصوم زندگين جا ڏيئا گل ڪيا هئا.

وقت جو مسافر ايندڙ صدين جي نسل اڳيان جڏهن هزارين سال اڳ واري دور جي ڪٿا اڄوڪي جديد دور سان ڀيٽيندي ماضي جي قصن جا ٽان کولي ڇڏيندو، تڏهن ٻڌايو ساٿيو پنهنجي ذهانت ۽ عقلمندي جي ڪٺ ڪهڙي ڪسوٽيءَ تي ٿيندي؟ پڇتاءُ چو عالم ڪٿي هئين تہ نصيب نہ روئندو تہ

وٽ سوريندي ولها، ويو تيل ٻري
موٽ مسافر سپرين، چانگي تي چڙهي
راتي لاءِ رڙي، ويئي وهامي راتڙي.

○

▪ انساني بہ روبيي تاريخ جي جڏهن ڪٽ ڪبي تہ آسمان جا سڀ ستارا رڳو گواهي اِها نہ ڏيندا تہ واعدا تہ ايتري قدر بہ ٽي چڪا آهن تہ هاڻ ڪڏهن بہ ڪاري رات جو دائمي ڏڙڪو باقي نہ بچندو. سڀ سهٽيون هونديون، سڀ ميهار هوندا، ڪو بہ ڦوڳ نہ هوندو ۽ ڪو بہ عمر نہ هوندو، بس مارو هوندا ملير هوندو ۽ رڳو مارئي هوندي پر هڪ گواهي اِها بہ اُٿندي تہ پنڌ جي ڏاڍائي ڪان شڪستون کائي منزل تان هٽ ڪٽي وڃڻ لوڀ ۽ لالچ جي آسري ٻاروچي ٻوليءَ وساري منهن متي وڃڻ انساني تاريخ جي بيوفائي جو اهڙو تہ پوائنتو الميو ڪرڪٽي جاڳندو تہ صدين ڪان حق ۽ سچ خاطر ڦندن جي جهولين ۾ ستل ضميرن جي واعدن جا روح تڙپي اُٿي پوندا. هي واعدا اُهي ناهن جن جو مونَ لائيٽ ڪمري جي ريشم بستر پر پيل ٽيبل تي شيشن وارن گلاسن ۾ جام پريندڙ هٿن کي ڏسي ڪو چٽي وجهي تہ:

کاش مين تيرے حسين هاتهہ کا کنگن هوتا
تو بڑے پيار سے، چاؤ سے، بڑے مان کے ساتهہ
اپني نازک سي کلائي مين چڑهاتي مجهہ کو
اور بي تابي سرفرقت کي خزان لمحون مين
تو کسي سوچ مين ڈوبي جو گهماتي مجهہ کو
مين ترے هاتهہ کي خوشبو سے مهک سا جاتا
جب کبهي موڈ مين آ کر مجهے چوما کرتي
تيرے هونٹون کي مين حدت سے دهک سا جاتا
کِچهہ نهين تو يے نام سا بندهن هوتا
کاش مين تيرے هاتهہ کا کنگن هوتا

هي واعدا اُهي ناهن جن جا پنڌ چيٽ جي چانڊوڪي ڪان وني راتوڪي ياد تي ڪٽن تا پر هي اُنهن واعدن جي ڳالهہ آهي ساٿيو، جيڪي ٽيندا پئي رهيا آهن، ڪڏهن پنهنجائپ جي نالي تي تہ ڪڏهن ڪنهن نظريي جي روپ ۾

کهتے تهے اک پل نہ جيئينگے تيرے بغير،
هم دونون ره گئے هين، وه واعده نهين رها.

گوتم پنهنجي ڀڪشن کي چيو ته ”ڪڏهن به ڪنهن سان بحث نه ڪريو، ڇاڪاڻ جو سچائي کي رد ڪرڻ لاءِ به ايڏائي وزني دليل دنيا ۾ موجود آهن جيترا سچائي کي ثابت ڪرڻ لاءِ“. جو سچ مچ مچائي سو مچ ٻلي وڏي شئي هجي پر سچ ته اِهو آهي جو سچ خاطر رڳو يسوع مسيح صليب تي نه لٽڪيو پر ڪروڙين گمنام انسان صليب تي لٽڪيا آهن ۽ گهاڻن ۾ پيڙيا ويا آهن، جن لاءِ نه گرجائون ٺهيون نه گهنڊ وڳا ۽ نه سندن ڪي راهب يا راهبائون ٿيون ۽ سچ اهو به آهي ته اڃان به ماڻهو صليب تي لٽڪيا ۽ گهاڻن ۾ پيڙيا، هيٺيون ڏاڍي جا ظلم سهندو، لاشن سان بادشاهن جا تخت سجائيا پر ياد رکو ساٿيو، ڪو وقت ضرور ايندو جڏهن مذهبي تعصب دنياوي سرحدون، قبائلي نفرتون ۽ دولت جي حوس ختم ٿي وينديون ۽ ڪوئي چٽي وجهندو ته:

محنت کش والوں سے، ہم جب اپنا حصہ مانگے گے
اِک کیت نہیں، اک باغ نہیں، ہم ساری دنیا مانگے گے

ماڻهو رنگ نسل ۽ مذهب جي ناتي سان نه پر ماڻهو ماڻهپي جي ناتي سڃاتا ويندا؛ ڪو ڪنهن کي نه ڌڪاريندو، سڀ پنهنجي پنهنجي رنگ ۽ ڍنگ سان جيئندا، تن تسبيح هوندو من مٽيو هوندو ۽ هڪڙي ئي سچي خدا اڳيان هر ڪو جُهڪي پوندو.

■

O

▪ هر شخص کي هڪڙي شخص جي تلاش ۾ صديون نہ ڄاڻ ڪيترا سچ لاهي چڪيون آهن پر اُن شخص جي تلاش ڪٿي ٿئي جنهن جي طفيل ماڻار ۾ ڏار پئجي وڃن جنهن جي صدقي خاموشيءَ جي پکن ۾ سٿل قيامتون نہ رڳو جاڳي اُٿن پر ان جي غير موجودگيءَ جو احساس هٿين بہ ٿئي تہ:

سيد ڪانپوءِ سنڌ جو تون ئي هئين آواز
توبن هاڻ اياز، سنڌ ننڌڻڪي ٿي لڳي.

يا اُن شخص جي ملڻ جي تمنا هيئن ٿئي تہ هڪ شخص بہ اهڙو شخص هجي، جيئن چندرما جو رقص هجي، جو جنم جنم جو پيار هجي ۽ ڌرتي جي هن گولي تي سک، سانت ۽ امن جو اظهار هجي پر سچ تہ اهو آهي جو هر شخص يا هر ماڻهو جا رڳو ماڻا نہ پر سندس ماڻهپي جا الڳ الڳ معيار ۽ ماپا بہ مارين ٿا، ڪي اهڙا ماڻهو بہ آهن جيڪي چون ٿا تہ ماڻهو سيئي ماڻهو آهن پر پوءِ بہ پت بنا چٽ ناهي ٿيندو.

تاجي پيٽي ماڻهو جي پرک ڪرڻ وارن پارکوئن جي توڙي جو اِها دعويٰ آهي تہ رَت دانگيءَ تي بہ وري ٿو پر گهڻا ماڻهن جو اهو خيال آهي تہ پنج ئي آڱريون برابر ناهن هونديون. ماڻهن سان هڪ شاعر جي شڪايت اها بہ آهي تہ ”ماڻهو منهنجي ملڪ جا جي وڏ مون وٺيا، سي ئي سبب بٺيا منهنجين مايوسين جو“. جڏهن تہ ”هرڪو ماڻهو موتيءَ داڻو هرڪا دل هيرن جي کاڻ واري مرحوم تنوير عباسي جي خيال کي رد ڪندي مرحوم ابراهيم منشي جو چوڻ آهي تہ ”سوئي ماڻهو موتيءَ داڻو جيڪو ماڻهو ڪين وڪاڻو“ پر مرشد لطيف چئي ڏنو تہ

ماڻهو سڀ نہ سهڻا، پکي سڀ نہ هنج
ڪنهن ڪنهن ماڻهو منجهہ، اچي بوءِ بهار جي.

○

▪ الاءِ چو پڪ اِها ٿيندي وجي تہ ٻانهياري پٽ تي وُٺي جو واءُ ڪوئي چٽ نہ چٽيندو ۽ وٽ چڙهي وڃڻ ڪان اڳي لٽ اهڙي ڪا ڪَٽي ويندي جو ڪنهن بہ پڌري پٽ تي ڪاڻي چِلر چٽ نہ ٿيندي. ڏيل ڏنيڻ جا ڏينهن توڙي جو تر ناهن چُريا پر اُهي ڏنب، جي ڏيل تي وساڻا آهن پڇاڻا جڏهن بہ ڪن ٿا تہ هو چون ٿا چئو، ؟هو چونئي تون مَر چئو" ۽ پوءِ هن بہ چئي ڏنو تہ:

راز الفت چھپا کے دیکھہ لیا، دل بھت کچھہ جلا کے دیکھہ لیا
اور کیا دیکھنے کو باقي ھے، آپ سے دل لگا کے دیکھہ لیا
وہ میري ھو کے بھي میري نہ ھوئے، ان کو اپنا بنا کے دیکھہ لیا
فیض! تکمیلِ غم بھي ھونہ سکے، عشق کو آزما کے دیکھہ لیا

دنيا جي بہ روبي منتق ڪي پلا ڀا چئون، اِهو چئون تہ "جيها ڪي تيها مون مارو مجيا" يا اِهو چئون تہ "تو جي پب پهڻ جا تہ لڳَ منهنجا بہ لوءِ"

ڪائناتي حق ۽ تلفي جا هي ٻہ رستا ڪنهن هرڪ جي هاڻ اُن ٿان وانگر ڪلي پيا آهن جنهن جا پاند ڪنهن پهتل درويش جي ڌوهي ٻڌجي اڳيان ڦري ٿا اچن. تي سگهي ٿو تہ ٻُڌتر واري هن ڪيفيت سان ڪو متفق تي ويو هجي پر اسان آئيندي جي اميد مان پڪ اِج بہ نہ ڇڏي.

جو سج آسمان تي رِهو، سو زمين تي جڳمڳائيندو
۽ چنڊ پڻ لهي اچي، قدم تي سِر جهڪائيندو
عشق ۽ جنتن جو خواب رَنگ لائيندو
جهان ڪِي ڏيو مبارڪون اسين پيا ڪاهيندا اچون
نون سُرن ۾ زندگيءَ جا گيت ڳائيندا اچون.

▪

O

▪ ٻالهيون ڳوٺ وٽن جون وڏي وڻ تي چُڪيون آهن ۽ ٿون ٿا ۽ آئون ٿا واري هوڏ ۾ اجان به ڦيرو ناهي آيو ۽ لڳي ٿو

ديواروں سے باتیں کرنا اچھا لگتا ہے
ہم بھي پاگل ہو جائيں گے ، ایسا لگتا ہے

پر پوءِ به ڳڻ گوڏي ويهي ٻالهيون ڪرڻ واري اميد مان آسرو اجان ڪنهن به ڪونه پليو.

صورتحال ته اِها ئي وئي آ جو يا ته چئي ڇڏجي ته ”پهرين پڇان لوءِ پوءِ مَر پڇنم ڏينهڙا“ يا چئي ڇڏجي ته سات ماٺيوسين گهٽو ئي ثوابن جو گفتگو هاٺي گناهن سان ڪجي“ پر خبر ناهي ڇو تقاضا اجان اِها جڙي نه سگهي، جنهن تحت چئي اِهو سگهجي ته آدم جي ئي دم سان هي ذرتيون آباد رهنديون اچن ۽ سواءِ هم دم جي هي دم- دم به جيءَ ڪونه سگهندو

سوال جي گهڙي ته اِتي اچي بيهي رهي آ ته امن جا ڪبوتر اسان جي هٿ ترين ڪيترا اڏاريا ۽ انسان جي اهميت ۽ افاديت جي پرک ڪهڙي ڪسوٽيءَ تي ٿي؟

هن سوال جي مک تي ڪيترا به حجابي نقاب اوڍايون پر اِها ٻالهه لڪائي به لڪي نه سگهندي ته انسان زنده آباد ۽ ان جي عظمت زنده آباد. انساني اهميت يا افاديت جون ٻالهيون جيڪي اوهين اسان سان يا اسين اوهان سان ڪري رهيا آهيون رڳو زبان ۽ ٻولي جون ميراث ناهن پر ڪائنات ۾ تاٿنات تيل هي سمورا اسم به ٻالهيون ڪندا آهن اڪين ئي اڪين ۾ تيندڙ ٻالهيون، تات جي رات ۾ سانت سان ٻالهيون، چنڊ جي نياپن سان ٻالهيون ڏکي جي ڏوراپن جون ٻالهيون، سانجهه ويلا جي رنگن ۾ ڪاچي تي اُڏامندڙ ڪونج سان ٻالهيون ڪينجهر جي ڪنڌي تي ڇولين جون ٻالهيون ۽ لڙڪن جي ٻولين ۾ مرڪن جون ٻالهيون، ٻالهين جون ٻالهيون ناهن ته ٻيو ڇاهن؟

غلط فِهمين کان بهتر اِهو آهي ته ٻالهايو، ٻالهايو اکيون اکين ۾ وجهي ٻالهايو ته جيئن سچ جو ڪو اهڙو واهوندو وري پوي جنهن ۾ رڳو اهو ڇوٽو نه پوي ته:

بول کہ لب آزاد ھیں میرے
بول زبان اب تک تیري ھے
بول کہ سچ زندہ ھے اب تک
بول، جو کچھہ کھنا ھے کھہ دے

پر دعوي اها بہ تئي تہ "اصل يار اکين جي ہي آهي ہولي، سچ لئہ سولي ڏکي ساري ڏيهہ لئہ" تہ جيئن اُنهن ڳالهين ۾ اهڙي تہ سچائي ٻڪي پوي جنهن ۾ ڌرتي ۽ وطن جو نمايان عڪس اِهو ظاهر ڪري تہ:

ڌرتي تنهنجو درد ڪٽي، مان بستي بستي ڀٽڪيو آن
ڪارين ڪارين راتين ۾، مان جگنو بڻجي جرڪيو آن،
اي ڌرتي تنهنجا گيت چئي، هر دل کي مون ڏتاريو آ،
هر دل ۾ تنهنجو درد پري، مون جنتا کي جاڳايو آ.

■

O

▪ رڳو ايئن بہ ناهي تہ هي ٻيا ۽ پيٽيون ڪنهن شهرِ جانان جون گهٽيون ڪڏهن بہ ڪونہ ڏٺيون، رڳو ائين بہ ناهي تہ اڄ جي شهرن تان هاڻ ڪڏهن بہ سون پريون پرواز نہ ڪنديون پُر ايئن بہ آهي تہ هنن شهرن مٿان، جيڪي اسان جي ٻالڪپڻيءَ جا ساڪي آهن، هڪ نہ هڪ ڏينهن اڄ جون چاندنيون ڪسڪي وينديون.

ڏک اِهو ناهي تہ ڇاڇري جي صبحن ڪي ڇامشوري جي سانجهن سان پيٽائون ڏٺي نہ سگهبيون پر ملال اهو بہ آهي تہ بيقدرن جي ان شهر جو ڇا ٿيندو جتي صبح تيڻ کان اڳي محبتون دم ٽوڙيو وڃن.

دکھ یہ نہیں کہ، اندھیروں سے صلح کرلي ھم نے
ملال یہ ھے کہ، اب صبح کي تمنا بھي نہیں.

نظرون نظرن کان اوجهل بہ ٿي وينديون پاڻ سيني کي جاڻ آ پر "اُتي ئي آهين جتي اوهان ڇڏيون" وارو اصول اڄ بہ تر ناهي چُريو، زمانا بدليا آهن ۽ هٿن مان هٿ ڇڏائجي وينداآهن، اِها بہ ڪا نئين ڳالهہ ناهي پر اوير نہ اُيري اِهو ناممڪن- سنڌو ڪنارا توڙي جو ملي اڄ بہ نہ سگهيا پر جڏهن دليون مليون تہ دنيا ڏٺو ۽ سر عام چيو تہ: هي هڏو ۽ چم، گهوريو محب ميهار تان يلي ڪوئي چوي تہ"نہ تڙيي تماڇي نہ گندري گذارا" پر پيڇاڙڪا هي پهر چون تا تہ وري ڪا تند تپي پوندي.

وصل جون وايون وري ورنديون
صدين جا ڪيئن حجاب ٽٽندا
وري موٽي ڪا بهار ايندي
اڱڻ اسان جي گلاب ٽڙندا.

هي آڏيون ابتيون گليون جيڪي تمنا جي آخري اميد تي ڪٽن ٽيون، پاڻ سيني جي پهرين پيار جون ساکي انهيءَ ڪري بہ رهنديون. جو اُنهن ڪڏهن بہ راز تان پردو ناهي کنيو. صبح ٿيڻ کان اڳ حسرتون لوڏيون وڃن

ٿيون، اسان مائهن جي هٿان پاڻ اهو بہ ڇاڻون ٿا ۽ پاڻ اهو بہ ڄاڻون ٿا تہ تمنائن جي ليهور مان لوڏيو پاڻ هر روز وجون ٿا پر رڳو ايئن بہ ناهي جو پيار جون جهوليون ڪنهن بہ لچپال اڳيان جهلڻ ڪان اڳي خالي ٿي چڪيون آهن. اميد جو دامن پاڻ مائهن اجان بہ هٿان ناهي ڇڏيو پر الاءِ ڇو اهو احساس بہ جيءَ جهوري ٿو تہ

چنل ڇيج هٿن ۾، ڪلهن ڪوڏارا
اوڏ بہ ويچارا، لاڪيٽا وجن لڏيو.

■

○

▪ سچ تہ اھو آھي جو ھن جھان جي جوڙ جڙڻ کان وٺي اسان اوجاڳن جي آڳر تي ويھي پرٿي جي وڳي جھڙا جوين جلائي پوھ جي راتين کان پرھ جا پار پڇايا آھن. اسان ازل کان وٺي، روشن صبوحن جا خيال ڪٺي ھولناڪ انڌيرن جي پھر پھر سان ويڙھيون وڙھيا آھيون پر پوءِ بہ جڏھن پنھنجون حسين حياتيون اونداھين جي ٻانھن ۾ ڦٿڪندي ڏسون ٿا تہ اُن ويل چُپ چاپ من ٿي من ۾ چئون ٿا تہ ڪير آھي جيڪو پٽائي جي تنبوري جي تارن مان تڙپي نڪتل ”لکيو منجھہ نراڙ“ واري وائي جا ور سجائي، ڪير آھي جيڪو تقدير جي اِن طعني کان پناھون ڳولھي منھنجن انھن ماروئن جو ڳاٽ مٿي ڪرڻ لاءِ چئي ڇڏي تہ:

> اُجيا ترن ۾، ٻکيا ترن ۾، ستا نہ ساتي سکيا گھرن ۾
> ڪندا جيئڻ لئہ جتن وتن ٿا. اھي اسان مان، اھي اسان مان
> قدم قدم تي ڪمند ڪڙڪي، قلم قلم تي ڪنار لڙڪي
> ڇڪيا چڙھن پر لکي لکن ٿا، اھي اسان مان، اھي اسان مان.

ھي گھايل گيت، ھي سڪل سانيڪا ۽ آرھڙ جون ھي لڳ ساڙيندڙ لڪون منھنجي ڏيھہ جي ڏوتين جي ڏکن ۽ ڏاکڙن واري زندگيءَ جو سفر ٿيون لڳن. ڏک تي ڏينھن ٽارڻ وارا منھنجي ڏڪاريل ڏيھہ جا ڏوتي مون موت ۽ حيات جي ساحل تي سڏڪندي ڏٺا! اجڙيل اوتارن جي اڪيلائي کي کھڙو عنوان ڏجي ۽ ويران اکين جو ڪيڏارو کھڙيَ واٽ وجي!! درد جو صحرا جاڳيندڙ روزگار جي ڳولا جا محبوب مسافر جن کان پتن جا ڏوھيڙا ۽ ديس جا روھيڙا بہ رُسي ويا اھو چئي موڪلائيندي ڏٺاسين تہ

> اجالي اپني يادون کو ميرے پاس رھنے دو،
> نہ جانے کس گلي مين زندگي کي شام ھو جائے.

▪

○

* هڪڙو سچ اهو بہ آهي جو اسان جون اوجاڳيل راتيون توڙي جو هاڻ پيرا وڃائي وينيون آهن پر محبتا جي رڃ ۾ پٽون تيل اسان جا هي پير اجان ناهن ٿڪا، توڙي جو منزلن جي متلاشي غورابن کي زماني جي طوفانن لوڏي ڇڏيو آ پر لوچ جي سوچ تني پوءِ بہ ناهي سگهي. ڪو بہ رستو رُڪيو ناهي، جي رُڪيو بہ آهي تہ، صرف ۽ صرف اوهان جي محبتن جي جهونڪي جو اُهو پرتووَ آ جنهن کي ساري اڄ بہ سرير مان سياڪا اُڀرن ٿا.

همت التجا نهين باقي، ضبط کا حوصلا نهين باقي
تيرے چشم الم نواز کي خير، دل مين کوئي گلا نهين باقي
اک تيري ديد چهن گئي مجهہ سے، ورنہ دنيا مين کيا نهين باقي

ڪوتا جي نڙيءَ ۾ لفظن جون مالهائون ۽ چيٽ چانڊوڪي. هيٺ ڪوڪاف جون خيالي پريون لهندي ڏسي جڏهن سنڌ جي نوجوانن جيان گهر جي چتين تي هي ڏيل آرس پڄندو آهي تڏهن ذات نگر جون شامون رڳو موڪلائي جي پيرن تي همٿ ناهن رکنديون پر ڪڏهن ڪڏهن چڪري هئين بہ لڳندي آ تہ

چيائون او شاعر اوهان ذر تنيءَ جو متي تي تغاريون
رکي ڪونہ سگهندؤ
محوسين او ساتي- مگر رات آڌي اُتي
لکي اوهين بہ ڪو نہ سگهندؤ .

چڪرين جو اِهو اصول سالن پڇاڻان اڄ بہ قائم آهي پر جوانيون ۽ جياپا، اڪيون ۽ آسرا تني ۽ ڪتي نہ سگهڻ جي باوجود ويساهہ گهاتين جو واءُ پريت جا پنڇي ڪتي اُڏاري چڪو آ. ڪو بہ ناهي پتو. ڪو بہ ناهي پتو تہ پنڌ ڪتي ڪٿو، اهو پنڌ جنهن جو پتو خالي اکين جي پناهہ گاهن جا تاڪ پڇن ٿا، اُهو پنڌ جتي اڌ ڪٽل ارمان گهڙي ڪن لاءِ آرس ڀڃن ٿا، چون رڳو اهو ٿا تہ زندگي جي آدرشن جا ڪيڏارا وصل جي اعتبار جو گلو گهٽيو ڇڏين ائين چو تو تئي ۽ ائين چو پير تئي جو تون ۽ آئون جو ڏکهو تسلسل باهہ جيان پڙڪو

ڪائي تو اُتي ۽ جلايو تو ڇڏي الهڙ منهنجي جوڌن جون ھي جوانيون جيڪي سدائين اهو چئي سيراندي ستيون تہ:

هزار وار ٻاٽ جون چنريون
رات جي ڇاتيءَ تان سرڪيون آهن
اسان جون راه مسافر ۽ بيقرار دليون
پوهہ جي رات ڪي پرهہ سمجهي
ڪوڙي آتت متي ڇرڪيون آهن
ٻڌاءِ تون اجان ڪڏهن ايندين؟

■

○

▪ قطعي ڪونہ سمجهي سگهياسين، دورنگي دنيا جو هي دستور، اقرار مات ڪائي ويو انڪار جي اڳيان ڪهاڻين جون پڇاڙيون تي ويون ۽ وارتائن جي اکين ڪي ننڊ اچي وئي. ستارا سمهي پيا، قصا اوهان جا بہ پورا نہ ٿيا ۽ اک اسان جي بہ لڳي وئي.

زمانہ بڑے غور سے سُن رہا تھا
ہم ھي سوگئے، داستان کہتے کہتے.

سوچيوسين تہ حقن جون ڪائناتون آباد ٿي وينديون، اميدن جا چنڊ لهي ايندا ۽ رنگي جا رنگ لڳي ويندا پر ايئن ٿي ڪونہ سگهيو يارو، ٿي ايئن بہ ڪونہ سگهيو تہ:

دربار وطن میں جب اک دن سب جانے والے جائیں گے
کچھہ اپني سزا کو پھنچیں گے، کچھہ اپني جزا لے جائیں گے
اے خاک نشینو اٹھہ بیٹھو، وہ وقت قریب آ پھنچا ھے
جب تخت گرائے جائیں گے، جب تاج اچھالے جائیں گے.

سوچيان ٿو تہ ايئن ڇو آ،

لوگ پتھروں کو پوج کر معصوم ھوئے
ہم نے اک شخص کو چھا تو گنھگار ھوئے! ڇو؟

جب وطن کو لھو کي ضرورت پڑي
تو سب سے پھلے گردن ھماري کٹي
پھر بھي کھتیں ھیں یہ اھلِ چمن
یہ چمن ھے ھمارا، تمھارا نھیں!

هي ناانصافي جي دانهن ڏجي تہ آخر ڏجي بہ ڪنهن کي؟ ستارن جي ڇانون ۾ پرين جون ڪهاڻيون هڪڙن جون ۽ رڃ ۾ رُلي ويل اسان جون اڪاڻيون الاءِ ڪٿ پڄاڻيون پلا ائين ڇو آ،

ننڍڙا ٻار ننڍڙا، سڏائين نہ سرڃن
نہ ڪو پرين جي ڪهاڻين ۾ پرڃن
ڇيم ائين ڇو آ پلا پتائي
تہ ذرتي ۾ اکيون ڪپائي ڇيائين
دنيا جو دستور ائين آ باغي.

▪

○

▪ جيتوڻيڪ روپا ماڙي جا روپ اُجڙيا اِن ڪي ھڪڙو زمانو ٿي ويو، پر دودي سومري جي ھار اڄ بہ سنڌ وساري نہ سگھي.

اُھا ئي ھار راءِ ڪنگھار جي خانہ بدوش محبوب رَباري جي روح تي بہ ڪنھن ٽانڊي جيئن پئي، پر سنڌ جي واھڻن ۽ وستين ۾ آمن سان آباد ھن خانہ بدوش لوڪن جي ذھن ۾ اڄ بہ وقت جا وھلور ڪنھن ڪيلي جي ڳنڍ جيئن ٻڌل آھن.

ھن جي سامہ جھلينڌڙ سومري جڏھن خِلجي ھٿان ھارايو ۽ روپا ماڙي جون روپ وٽيون اَبڙي وٺ سامہ ٿيون تہ رباري ڳاڙھا ويس لاھي ڇڏيا ۽ مرشد لطيف لکي ڇڏيو تہ:

وڃن ڪنھن وِھاڻ تہ پڻ مٽي لوئيون.

ڪاريون لوئيون ۽ ڪارا ڪتا پائي سوڳ ملھائينڌڙ رَبارين ڪي جيتوڻيڪ راجپوتانہ واري ولي پائي باقتي جا تاڪيا وٺي، لاڙ جي رَبارين ڪان سوڳ ختم ڪرايو پر الاءِ ڇو ننگرپارڪر، گھرٿياري ۽ مونڊري ۾ رڻ جي ڪنڌيءَ تي آباد رَباري اڄ بہ ساڳئي سوڳ ۾ آھن.

راءِ ڪنگھار جي ھن محبوب قبيلي جي وارتا ڪيئن بہ ھجي پر ھن قبيلي جو سنڌ جي سمورن قبيلن اڳيان ڳاٽ اوچو انھيءَ ڪري بہ آھي تہ صديون گذرڻ جي باوجود اڄ تائين ڪنھن بہ رَيباري جي خلاف ڪوبہ ڪيس داخل ناھي ٿيو. ٿر جي نوجوان شاعر خليل ڪنيار چوائي تہ:

ھوُ جا ھانسو ريبارڻ آ، پريو تُريو سانوڻ آ،
ھن جا ڏينھن ڪڙھائي وانگي، ھن جون شامون تتر ڪرڙي
ھن جون راتيون وچ وراڪا، جن سان اُپ اُھائي آھي،
ڌرتي بہ سھائي آھي.

رڻ ڪنڌيءَ تي ڳوٺ اُنھي جا – صبح سپ بنارس جھڙا، روپ سين جو سونو سونو پيار بہ سپ پارس جھڙا– ڳوٺ انھي جي ڳاٽ مٿان موڻ.

بيھي باک اُياري آ، ڪنڌ ڪاريون پائي اڄ – مون ھانسو ڪيڪاري آ مون سان آھي ساڙ اُنھي ڪي – رڻ بہ ڪو رَيباري آھي چنڊ بہ ڪو ريباري آ.

▪

○

▪ انساني افاديت جي تحت، محبتي ميڙي ڳوٺ ٻڌجي هيڪڙو واري راءِ صدين لاڪون جڙندي رهي آ، پر الاءِ ڇو هاڻ ڀنائي هيئن ٻہ پڙهجڻ لڳو آ تہ هاڻي ڪجھ هيئن جو ڏجي باھہ ڀنيور ڪي خالق حقيقي توڙي جو سيني جو ساڳيو آ، پر ڌن، دولت، دين، ڌرم ۽ ڌيڏيي جي بنياد تي الله جي ڌرتي تي الله جي اُتم تخليق، انسان سان ڪهڙو روا رکيو پيو وڃي، شايد هاڻ ڪنهن ڪان بہ ڳجهو نہ رهيو هوندو پر ياد رکو دوستو، ڌرتين خاطر جن جو دم تني تو اُهي رڳو اِهو چئي ناهن مرندا تہ:

جڏهن بہ سانوڻيون اچن، ڇمر الوٽ تي نچن
جڏهن بہ ڀِٽ ڀِٽ تي ڳهتا، ڳجي ڳجي وسي
جڏهن بہ مور ٿور ۾، ڏسو نہ ڪنهن هور ۾
تڏهن هـي نہ وسارجـو تہ ڪير سچ ۾ سُتو،

پر دم تہ ساٿيو، هر دم اِهو چئي ڌرتين مٿي دم ڇڏيندا آهن تہ:

اسان جي لهوءَ مان تريون ٿُبائي، مهيندي لڳائڻ مهانگو تي پوندو
يلي ۾سڪرايو، يلي مسڪرايو ، اِهو مسڪرائڻ مهانگو تي پوندو
هي بد بخت ماڻهن جون برباد شامون، ڪنهن بادل جي دونهي جيان
اُبي ۾ ترنديون، نيڻن جي رڻ ۾ پيا ڦوڳ ڦٽندا
۽ تر جون ڪي ناريون اجاريون نہ مرنديون
اسان جي سينن تي اُلاريل هي هٿيار، هٿن ۾ ٿي سڪندا نہ ڪي
رَت ۾ ٻڏندا، پر جي ٻُڏندا تہ اُنهن جا وري
ڇٽ مِٽائڻ مهانگو تي پوندو،
يلي مسڪرايو ، يلي مسڪرايو، اهو مسڪرائڻ مهانگو تي پوندو.

▪

○

■ آج کي رات سازِ درد نہ چھيڑ
دکھہ سے بھرپور دن تمام ھوئے
اور کل کي خبر کسے معلوم؟
عھد غم کي حکايتن مت پوچھہ
ھو چکين سب شکايتين مت پوچھہ
آج کي رات سازِ درد نہ چھيڑ

چاڪاڻ جو پَربت جي پھاڙن جيڏن پنڌن تان، جيئن پريون پرواز ڪري وينديون آھن. جئين آديسين جي اُتي وڃڻ جو ٻڌي مڏين جون مُرڪون ميريون ٿي وينديون آھن. جيئن پوپٽن جي پُھچ کان اڳ پتن جا رنگ پَٽ پئجي ويندا آھن ۽ جيئن پيرون اوسٽرن کان اڳ، جَھڪن ۽ جھولن جي نذر ٿي ويندا آھن، ھا، ايئن سڀ ڪجھہ بدلجي ويندو آ، ھي حال ڏسي تون غم نہ ڪر.

جيئن گل ٻاٽيءَ کان بہ اڳي اميدون پيلاڙو ٿي وينديون آھن، جيئن ھٽ ھلائڻ کان اڳي ريلون رستا ڇڏي وينديون آھن، جيئن آسر ويلا جا رنگ راتي جي رھاڻ مان اُڏري ويندا آھن، جيئن اويلي مسافر لاءِ در کليا ئي رھجي ويندا آھن، ھا ائين دوست، راھہ پليا، ھر رات ھليا ويندا آھن، ھي حال ڏسي تون غم نہ ڪر.

جيئن واٽون مسافرن جا اوسيئڙا ڪندي ست نہ ساري سگھنديون آھن، جيئن ڪجلا سر جون ڪاٺيون ڏسي ھرڻين کان چال وسري ويندا آھن، جيئن تاڙن جون تڙپون ڏسي ڪڪرن ۾ ئاھہ پئجي ويندا آھن جيئن تمنائون ننگيءَ واري تي ننگ رکي، جاڳي پيل قيامتون ٿاري وڃھنديون آھن، ھائوڙي منھنجا سائين، ھي سيئي رنگيءَ جا ڪي رنگ اٿئي، ھي حال ڏسي تون غم نہ ڪر.

محبوت چيو، پھچ، اچي پھتو ھان،
تنور ھئي واٽ سڄي، پَچي پھتوھان،
ھن حال ۾ ڏسي تون غم نہ ڪر،
تون وٽ تہ بھرحال، بچي پھتو ھان.

■

○

## قلم ڪار طرفان عبرت اخبار لاءِ ڪجهہ خاص شخصيتن ڪان ورتل انٽرويوز

*محترما بينظير ڀٽو سابق وزيراعظم پاڪستان. (لٽي ۾ جلسي عام جي موقعي تي)
* سائين جي ايم سيد باني جيئي سنڌ تحريڪ (حيدرآباد ۾ مرحوم اعجاز جتوئي جي رهائش گاهہ تي).
* سيد عبدالله شاهہ اڳوڻو وزير اعليٰ سنڌ (روزو امام علي رضا مشهد ايران)
* شهيد مير مرتضيٰ ڀٽو چيئرمين پ پ ش ڀ (حيدرآباد ريلوي اسٽيشن)
* مولانا فضل الرحمان سربراهہ جي يو آ (ڪوئيٽا صحافين جي دوري دوران)
* اعجاز الحق سربراهہ مسلم ليگ ضياءَ (اسلام آباد)
* غلام مصطفيٰ کر اڳوڻو وزير اعليٰ پنجاب (اسلام آباد)
* غنويٰ ڀٽو سربراهہ پ پ ش ڀ (70 ڪلفٽن ڪراچي حيدرآباد: پينل ۾ مرحوم ڪبير شاهہ ۽ سلطان بلوچ)
* رسول بخش پليجو سربراهہ عوامي تحريڪ
* ڊاڪٽر قادر مگسي ترقي پسند پارٽي (قاسم آباد: پينل ۾ ڪبير شاهہ ۽ سلطان بلوچ )
* وينا شرنگي سربراهہ سنڌي سروس آل انڊيا ريڊيو (حيدرآباد)
* جام ساقي سابق صوبائيءَ صلاحڪار (حيدرآباد)
* مرحوما فوزيا سومرو لوڪ فنڪاره (حيدرآباد)

■

○

# ليڪ کي مليل ايوارڊ

- بهترين رپورٽر (ايران تهران ۾) صدر رفسن جاني هٿان ايوارڊ
- سُرڪا موڙ تي سٺو مقالو (سنڌي ادبي ڪانفرنس ڀٽ شاهه) سابق وزيراعليٰ سيد غوث علي شاهه هٿان ايوارڊ
- سنڌ جي شيني يونيورسٽين مان سيرت طيبه تي مضمون نويسي جو مقابلو کٽڻ تي وي سي مظهرالحق صديقي هٿان ايوارڊ سرٽيفڪيٽ.
- بهترين صحافي (مهراڻ آرٽس ڪائونسل) برک قلم استار مصطفيٰ قريشي هٿان ايوارڊ
- نيوز ايڊيٽر (سنڌ جرنلسٽ فورم مٺي) سابق ڊي سي عبدالقادر منگي هٿان ايوارڊ
- بهترين صحافي (پراڻ ثقافتي تنظيم ٽنڊو جان محمد) سابق ڊي آءِ جي سليم واحدي هٿان ايوارڊ
- ريڊيو ڪمپيئر (مهراڻ موج بدين) سابق ايم پي اي پير علي بهادر شاهه هٿان ايوارڊ
- بهترين ڪالم نگار (اعلان طالب دل پڙرنامو) سابق وزير اعليٰ سنڌ سيد مظفر شاهه هٿان ايوارڊ
- سٺو اسڪرپٽ رائٽر (بڪاري ويلفيئر ايسوسيئيشن بدين) اڳوڻي صوبائي وزير ڊاڪٽر سڪندر منڌري هٿان ايوارڊ
- بهترين ريڊيو سلسلو مٽي منجهه مٺيا (ٽيلنٽ اسپيڪر فورم) خيرپور ۾ سابق صوبائي وزير منظور وساڻ هٿان ايوارڊ
- بهترين ڪالم نگار (مهراڻ سوشل ويلفيئر) سابق صوبائي صلاحڪار عزيز پرڙو هٿان ايوارڊ
- بهترين ريڊيو ڪمپيئر (مهراڻ ادب سٿ سامارو روڊ طرفان ايوارڊ)

■



مون کي امين ارباب جي شاعري ۾ خيال پڙهي ائين محسوس ٿو ٿئي ته اسانجي سنڌ جو نوجوان نسل اجان ستو ناهي پر جاڳي ٿو ۽ ان جاڳ ۾ اهي خواب ڏسي ٿو ۽ انهن خوابن جي تعبير آزاديءَ جي اندلٺ آهي. هن کان اڳ مون امين ارباب جي شاعري صرف ريڊئي تي ٻن ٽن ڪلامن جي صورت ۾ ٻڌي هئي، پر مون کي اها خبر قطعي به ڪونه هئي ته امين ارباب کا ڪتاب جيتري شاعري لکي آهي. امين ارباب جي شاعريءَ ۾ سنڌو ماءُ سان بي انتها محبت ان ڳالھ کي ظاهر ٿي ڪري ته پنهنجي ڌرتيءَ سان بي انتها پيار آهي ۽ ڌرتيءَ سان ٿيندڙ ناانصافين کي قلم جي نوڪ سان اهڙي ته خوبصورت نموني سان لکيو آهي، جنهن جي خوشبو هر اهل دل محسوس ڪندو. امين جي ڪمپيئرنگ جو مداح ته آئون رهيو ئي آهيان. هن ونپکڙ جي دور ۾ جڏهن ڳوٺ هوندو آهيان ته امين جو پروگرام ضرور ٻڌندو آهيان. هن جي آواز ۾ اها ميٺاس آهي جيڪا ڪوئل جي ڪوڪ ۾ آهي يا وري ڪونجن جي ڪُرلاءَ ۾ نظر اچي ٿي.

عبدالواحد آريسر

امين ارباب جي شاعري ۽ ڪمپيئرنگ نئين نسل جي جاڪوڙ جو هڪ ننڍڙو تفصيل آهي. امين جي شاعريءَ ۾ موجوده سنڌ ۽ سنڌي ماڻهو جو درد ليئا پائيندو نظر اچي ٿو. ڪيس خلقڻهار جي طرفان خوبصورت گلو، ڌڙڪندڙ دل ۽ سوچيندڙ ذهن مليل آهي، جيڪي هو فياضيءَ سان ڪم آڻيندي پنهنجي حصي جو ڪم ڪندو رهي ٿو. سندس ڪوتائن جي ڪتاب جي پڌرائي يقينن جديد ادب ۾ هڪ سهڻو واڌارو ٿيندي. امين جي شاعريءَ ۾ موجوده سنڌ سان لاڳاپيل مڙيئي مسئلا پڌرا ٿيل نظر ايندا. نه صرف مسئلا پڌرا ڪيل آهن، پر انهن مسئلن جي حل جو گس به اظهار ٿيل آهي.

حليم باغي

Price: Rs. 80-00

Title Design & Printed by: Intel Communications, Hyd. Mob: 0333-2607541

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين " اُداس نسلين" نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ "لُڙهندَڙ نَسُل" نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڄُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٿُو، ياچوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان "پڙهندڙ" نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گَڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ کا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل کِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي ڪُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکَڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ -

اِن حسابَ سان اڻڄاڻائي کي ڀاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناданيءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ ڀاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ بين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بڻائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽـتر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ياڪِي پائي چيو تہ "منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ".
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)